# اَڪرپَٽي

(سامونڊي پٽيءَ جا لفظ)

منصور ٿلهو




سنڌيا پبليڪيشنس

شڪار پور، حيدرآباد

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جونالو | : | اکر پٽي (ساموندي پٽيءَ جا لفظ) |
| مصنف | : | منصور ٿلهو |
| ڇاپو | : | پهريون جولاءِ 2014ع |
| ڪمپوزنگ | : | امين سولنگي ۽ اشرف سولنگي |
| ڇپيندڙ | : | اڪرم شاه پرنٽرز لاهور. |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌيا پبليڪيشنس |

52، رابعہ اسڪوائر حيدر چوڪ حيدرآباد
022-2780608

# ڇپائيندڙ پاران

منصور ٿَلهو "اکر پَٽي" (پاڳو پهريون) جي نالي سان ساموندي پٽيءَ جا لفظ گڏ ڪري، هڪ تاريخي عمل ڪيو آهي. منصور ٿلهي هتان جي ماڻهن جي روز مره جي زندگيءَ ۾ ڪار و هنوار، ڪرت ۾ ڪڇهرين ۾ ويٺل جڳ جي جهونن ماڻهن، ٻڍڙين عورتن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي پارکُن، سگهڙن، شاعرن، ناکُئن ۾ خلاصين سان ميل ملاقاتون ڪري، گهمي ڦري، راتيون جاڳي لفظن کي ڪٺو ڪيو آهي ڪيس اجان گهٽو پنڌ ڪرڻو آهي. جنهن کي "اکر پَٽي" (پاڳو ٻيو) جي نالي سان رهيل ڪم پورو ڪندو.

هن اورچ ۾ اَڻ ٿَڪ ليکڪ درياءَ جي ڪنڌ پن، ٻيٽن ۾ ماڳن تي رهندڙ ماڻهن سان قرب ونڊيندي، پنهنجي منزل ڏانهن وڌندو رهي ٿو. سندس اِهڙيءَ جستجو تي اسين هن اداري طرفان کيس لک واڌايون ڏيون ٿا.

اسان کي اها خوشي آهي تہ سنڌيا پبليڪيشن حيدرآباد هي ڪتاب شايع ڪري رهيو آهي. هن کان اڳ ناول "مِٽي ۾ مُهاڻا" ليکڪ منصور ٿَلهو جو ساموندي پٽيءَ جي حوالي سان. وڏي ڪاميابي ماڻي آهي.

عقيل عباس سومرو
سنڌيا پبليڪيشنس
52، رابعہ اسڪوائر حيدرآباد

# پيٺا

منصور ٿلهو جَتن، جاکوڙ جو پيونالو آهي.

”سنها پانءِ مَر سَپ وياءَ واسينگن جا“

ماڻهوءَ ڏَپ ۾ ڏِيل سان نہ پر اَندر واري جوتي جوهر سان ماپيو ويندو آهي. تور جي حساب سان هاٿي گهڻو آهي. پر شيهن وانگر شڪار جي پُنيان ڇالَ ڏيئي ڪونہ سگهندو آهي، نہ وري وتس شيهن جيترو هِيانءُ هوندو آهي.

منصور جي مِزاج ۾ هاٿيءَ واري ڳوراڻ ۾ شيهن واري دل آهي. هو پنهنجي مقصد جي موتيءَ خَاطر بارهن هٿ ڇالَ ڏيندو ائين گذري ويندو آهي، جيئنءَ لَڪَ مان آنڌاري واجَٽ ۾ واڪا ڪندي لنگهي ويندي آهي. ڪم جي ڳالهہ ڪري ماٺ ڪري ائين نڪري هليو ويندو آهي جيئنءَ ڏکڻ جي ٿڌڙي هير گلاب جي گلن کي هواءَ جي هندوري ۾ لوڏي، موتئي جي گل کي ياڪِي پائي سندس منهن تي ماڪَ جا ڀہ تي موتي رکندي نڪري هلي ويندي آهي. ڪم لٿو تہ جوڳي نہ ڪنهن جا مِٽَ پر وري قُربائتي ڪُونج جيان پيرو ڪرڻ ڪونہ ڀُلندو.

آڏوتِين وانگي ٻُگريءَ جيان ڪيس ٿيلهو ڪنڌ ۾ ڪنهن کان پُڇبو تہ هيئڙي آرين پارين ڪو جوڳي اوهان کي گڏيو....؟ جواب ملندو هائو پِيلي ابراهيم حيدري جو پاسو ڏيئي، سُمنڊ ۾ ٽَڪريءَ جي وچ واري وٽي وني، چشمہ ڳوٺ کان ٿيندو گولاٽيءَ کان ڦري ريڙهي مياڻ ڏنم، سندس پَنڌ، پيچرا الڳ ۾ رند رستا نرالا. وري پتو پوندو ڳاڙهي ۾ ڪاري جي ڪيڙائن سان سنڌوءَ جي ڦاٽن تي ڦيريون پيو پائي. وري ڏس پتو ملندو تہ جاتي جي جنگ جوڌن ۾ جوانن سان راتيون جاڳي ”اکر پٽي“ لکي وينو. منصور تي چار ناول لکي سنڌي ٻوليءَ جي نَونَ نڪورن لفظن جي ڳولا لاءِ ڪانبو ٻڌي ڪَڍِ لڳي پيو. ٿوري عرصي کان پوءِ ساموبڊي پٽي گاروڙين جيان گهمي ۾ وينجهارن وانگر، سچائي جي ڪسوَٽي سان پرکي لالن موتن جا ڍير ڪٽي اچي آڏو رکندو. باڪُو بہ سُوڌو هن پَليري پُونءِ جو پيتائي پاڻ، اهڙو اصلي خزانو ڏسي اسان جهڙن ڏڏن جو تہ وات ئي ٽبڻو تي ويندو آهي.

ڪِن مهانڊن ماڻهن جي واتئون ٻُڌو اٿئون ۾ جڏهن ڪُتابي هٿا سون تہ پاڻ پڙهيو سون تہ وچولي سنڌي ٻولي معياري ٻولي آهي. پر اهو ڪونہ ٿو سمجهيو وڃي تہ اها ڏهين صديءَ عيسوي کان وني اوسر کان انڪاري ٿي، هڪ هنڌ ٽِڪَ ٻڌي بيهي وئي آهي. جنهن جو ڪارڻ ڪو سمجهڻ ڏکيو بہ ڪونہ آهي، اُنهيءَ صديءَ جي مُنڍ واري حصي دوران سنڌو درياءُ اروڙ کان مُنهن مٽي روهڙي، بکر وارو وهڪرو اختيار ڪري موهن جي دڙي ڏانهن لَڙي ويو. جيڪو اڳُ اروڙ کان منگهن واري، موجوده خيرپور جو اولهہ وني، جسڪاٽين وارو پُراٽو پيٽ وني اڳتي ويندو هو. هن جو هڪ حصو ڪوٽڙي ڪبير واري موجوده ماڳ ڏانهن اولَهہ آهل رُخ اختيار ڪندو هو.

جڏهن تہ ٻيو هالاڻي، ڀهلاٽي کان ٿيندو موجوده دور جي نوشهري ضلعي ۾ نوابشاهہ ضلعي جي وچ حصي مان گذري شهدادپور پهچندو هو. اهو واقعو سومرا دور جي ابتداء ۾ محمود غزنويءَ جي سومنات واري حملي کان اٽڪل روءِ ستر پنجهتر سال اڳ رونما ٿيو هو. اهو وهڪرو پنهنجي اصلي پيٽ کان اٽڪل چاليهارو ميل اولهہ ۾ هليو ويو هو. هاڻي اهو وهڪرو موجوده سکر ضلعي جي ڏاکڻين حصي جو اولَهہ خيرپور ضلعي جو اولَهہ نوشهروفيروز نوابشاهہ ۾ مٽياري ضلعي جو اولَهہ ڏيئي وهندو آهي.

اڄ جنهن جوءِ کي وچولو چَئون ٿا سو اُجڙي ناڙ تي ويو آهي. تنهن ڪري شهرن جا رنگ اُباٽِجي ويا. ڳوٺ، وانڍيون، وسنديون ويران ٿي ويون، وٽج واپار واريون واٽون بيهي ويون. ٻولي انسان کان آجي ۾ الڳ ڪانہَ آهي، ۾

اتي اُسرندي ۽ وڌندي آهي جتي جتي ماڻهن جا مُستقل ميڙاڪا رهندا آهن. جهڙوڪ, بندر, بازارين, شهر ۽ ڳوٺ, واٽڪا هٽ, لوهر ۽ موچي جا دُڪان ۽ درياءَ جي مُنهن منڻ ڪري وچولي جا ماڳ اُجڙي ويا. ماڻهن جي ميڙا ڪن جا مرڪز ڦٽي ويا تہ ٻولي بہ جمود جو شڪار ٿي وئي. ان ڪانسواءِ هيءَ ڳالھ بہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ ٻوليءَ جي اُوسر جا وڏا مرڪز بندرگاھ ۽ راڄڌانيون بہ هونديون آهن. جيڪي وچولي واري علائقي ۾ موجود بہ ڪونہ هيون. ٻي طرف سنڌ جي ساموندي پٽي سادا ٿي سئو ميل ڊگهي پٽيءَ ۾ ننڍيا وڏا بندر موجود هئا ۽ ٿورا گهڻا اڄ بہ آهن. جتي اُتر سنڌ جو تيار مال مختلف وسيلن سان ڪچي بندرن تي پهچندو هو. جڏهن تہ ڏيساور کان آيل ٻيڙيون مال خريد ڪرڻ لاءِ اوسئڙي ۾ بيٺيون هونديون هيون. ماڻهن اٿيهئي ميڙاڪا متل هوندا هئا. جتي سنڌي ٻوليءَ جا نوان نوان لفظ سرجندا, سپجندا ۽ اُسرندا رهندا هئا. ۽ اهڙو سلسلو اڄ چالو آهي پر ماضيءَ وارو اوج ڏسڻ ۾ اچي نٿو. جيڪڏهن سنڌ پنهنجن سيني وسيلن جي مالڪ ٿي وڃي تہ ۽ سنڌو درياءَ موج مستين وارو ڏيک ڏئي تہ ماضيءَ واريون موجون ۽ منڊل مچي وڃن.

منصور ٿلهو ٿي چار ناول تہ اڳئي لکي چڪو هو تنهن ڪنهن ڏاهي جي ڏس تي ڏسي وائسي واسينگ نانگ جي پُڇ تي لَت رکي, ڪنهن اڻ پُنئي جوءِ ۾ وڃي گهر گهر آڏو ڪستو جهلي سنڌي ٻولي جي هڪ هڪ لفظ جي لاءِ سئن هٽڻ ۾ ٻيچل وانگر ٻاڪاري فقط پونءِ جي پانن جو ڪم هوندو آهي. سو منصور بہ ابراهيم حيدريءَ کان ريڙهي مياڻ ۽ ريڙهي مياڻ کان جاتي تائين وڃي نڪتو اڃا ڪيس پنڌ گهڻو رهيل آهي. جيڪو هن جو ٻيو پاڳو هوندو.

منصور ٿلهو هلي گُهمي گَس جوڙي چڙيا, وانديون ۽ وسنديون واچيون, ڳوٺن جو ڳليون ڦريون, ماڻهوءَ ماڻهوءَ کي منٿ ڪئي, هِن مان مَرجاتا واري منفرد ماڻهوءَ لاءِ ايترو چئي سگهجي ٿو تہ, "ڪرڪٽا لاهي سک نہ سُتا ڪڏهين" جنهن ميڙي چونڊي ڪري سنڌي ٻوليءَ جا بہ ٽي هزار نوان لفظ آڻي اسانجي آڏو ڍير ڪيا آهن. سنڌ جا اهڙا ماڻهو هوندا آهن, جن کي رڳو واڌايون ڏئي پاڻ ڪڍائي ڪونہ ٿو سگهجي. اهڙا ڳُن ڦاڙ جوڳي رڳو ڪيرون ڪونہ ٿا لهڻ, پر اسان انهن کي ڏئي بہ چا ٿا سگهون جيڪي مِٽيءَ ماتا جي مُنهن تي پيل دز کي سجدن سان صفا ڪري رهيا هجن.

هن مهانَ ماڻهوءَ جو چوڻ آهي تہ ساموندي پٽيءَ ۾ سنڌيءَ ٻوليءَ جي لفظن جا موتي ائين ڍير لڳا پيا آهن جو ڏاندارين سان ڪٺي ميڙ, پر هجي ڪو وينجهار جيڪو انهن کي سِهيڙي ۽ سموهي سو اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ ننگر پارڪر کان ٿر جو وٽ پاسو ڏيئي گهوٽڪي ضلعي تائين پهچبو ۽ هاڪڙي درياءَ جي پراٽي پيٽ جي ڪنار سان هلبو تہ ڏسبو تہ اتي سنڌي ٻولي جي نون لفظن جا انبار لڳا پيا آهن. ڪوهستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جا ڪوهہ نور هزارين موجود آهن پر جيڪو وهي سو لهي. ان لاءِ مان سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪندڙ ادارن کي گذارش ڪندس تہ اُنهيءَ جوءِ جو استادن کي اضافي معاوضا ڏيئي هِن اهم ڪم کي توڙ تائين رسائين جنهن جي اِبتدا منصور ٿلهو ڪري چُڪو آهي.

عطا محمد ڀنڀرو حيدرآباد

# پنهنجي پاران

سنڌ جي ساموندي پٽي آد جُڳاد کان وني اِنساني جياپي جا اَهڃاڻ ڏيندي پئي اَچي. سموري جِيوت جي [illegible] پاڻيءَ ڪان ٿي آهي. اِنسان جي بُنيادي غِذا، جياپي جو وَسيلو ۽ روزگار جو ذريعو پاڻي ئي رهيو آهي.
سنڌ جي ساموندي پٽيءَ جا بندرگاهه، ٻيٽ، سدائين خوشحال ۽ سماجي معاشي لحاظ کان آباد رهيا آهن. دنيا جي جهاز راني واپار جو لنگهه هِن ساموندي پٽيءَ مان ٿيندو هو.

دُنيا جون ڪيتريون قومون وڻج واپار واسطي هِتي ايندِيون رَهيون، هِتان جي آباد وَسندين جا سَماجي مُعاشرتي زندگيءَ جا رنگ ڏِسي جنهن ۾ عام ماڻهو جيڪي پنهنجي پورهئي تي ويساهه رکي ڏينهن رات مِحنت ڪندا هئا. اُنهن ماڻهن پنهنجي ثقافت ۽ ڪلچر کي زنده رکيو مهمان نوازيءَ سان اِيندڙن ويندڙن کي مانُ ڏنو پئي. هِتان جي ماڻهن جي سادگيءَ ۽ سچائيءَ جو اندازو لڳائيندي ٻاهريون قومون واپار توڙي ڦُرلٽ جي مقصد سان اَچي ڏاڪو پڻ ڄمايو. پر اڄ به اهو سلسلو جاري آهي. پٺاڻ، بنگالي، برمي وغيره ساموندي پٽيءَ ۾ جهجها آباد ٿيندا وڃن پيا، جنهن جي ڪري مقامي آبادي تي ۽ انهن جي وسيلن تي اثر پوي ٿو.

سنڌ جي ساموندي پٽي سَدائين مِٺي پاڻيءَ جي موج مستين سان آباد رهندي آئي آهي. هِن پٽيءَ ۾ سِنڌو درياءَ وَڏي لاڏ ڪوڏ سان، جوڀن جوت سان جهومندو ڪڏهِن ڪِنهن هنڌان ته وري ڪڏهن ٻي جاءِ تان گس مٽائيندو ڙر وڪڙ کائيندو هَلندو رهندو هو. هِتان جي ماڻهن کي هزارين خوشين سان نوازيندو رهندو هو.
سِنڌو درياءَ جنهن هنڌان نوَان گس ۽ وهڪرا ناهيندو هو ته اُتي نوَان شَهر ۽ بَندر اَڏجي ويندا هئا. اُنهن ڏينهن ۾ سِنڌو درياءَ کي ڪابه روڪ ٽوڪ نه هوندي هئي. پنهنجي مَرضيءَ سان هزارين ميلن جو سَفر ڪري سِنڌ جي ساموندي پٽيءَ ۾ داخل ٿي پوءِ وَڃي سمنڊ سان ٻاڪرين پوندو هو.

جڏهن سِنڌو درياءَ کي بند ٻَڌي روڪيو ويو ته سنڌ جي ساموندي پٽي سوڪهڙي جي شڪار ٿيڻ لڳي. هِتان جي سموري جيوت جو ساهه پوساڄڻ لڳو ساموندي پٽيءَ جا بَندر ماڳ، ٻيٽ ۽ سَرسبز آباد زمينون جيڪي ڀلوڙ [illegible]فصلن ۽ باغن جي سونهن سان سُرهيون ۽ سُکيون ستابيون هونديون هيون، اُهي آهستي آهستي اُجڙڻ لڳيون. ٻي [illegible]رف سمنڊ جو کارو پاڻي، ٻنا ڄَهل ڀَل جي تيزيءَ سان وڌندو رهيو آهي. اُهو پنهنجن ڪارن ڏندن سان ساموندي پٽيءَ [illegible]جي آبد زمين جي جَر کي آندران ئِي اَندران کائيندو مِٺي زمين جي ميناج کي ختم ڪندو رهي ٿو. فَصل تباهه ٿيڻ لڳا، چوپايو مالَ ٻُڪَ مَرڻ لڳو عام ماڻهوءَ جون سماجي ۽ معاشي حالتون تباهه ٿي ويون. هنيئر ساموندي پٽي اجڙي پينگ تي وئي آهي.

هي ماڻهو درياءَ جي ڪنڌين، ماڳن ۽ ڦٽندڙ ٻيٽن تان لَڏ پَلاڻ ڪرڻ تي مجبور ٿيا. جيڪي سُکيا ستا[illegible] خاندان هئا، اُهي شهرن ڏانهن هَليا وَيا. وَري ڪِن پَنهنجن ماڳن کي نه ڇڏيو اُهي ساموندي جنگهه اَرين حالتن سان [illegible] اَنتڪائي ٻيهي رهيا. سي اَڄ به اُهي درياءَ جي ڪنڌين تي ويٺا آهن. جِن ماڻهن جو گُذر سَفر [illegible] جو ذريعو زراعت

ٿيو. جڏهن اُهي معاشي بدحاليءَ جو شِڪار ٿيا تہ اُنهن مهاڻن سان گڏ درياءَ ۾ مڇيءَ مارڻ وارو ڪمُ شروع ڪيو. جڏهن تہ اُهي مهاڻا ميربحر ڪونہ هئا. بين ذاتين سان تعلق رکندڙ هئا.

سنڌ جي ساموندي پٽيءَ جي بندرگاهَن، بيٽن ۽ دريائن جي ڪنڌين کان مُهاڻا (مُختلف اوڙڪن وارا) جَت (مختلف اوڙڪن وارا) ڪَتي، بَلوچ ۽ ٻين ذاتين وارا ماڻهو ننڍين ۽ وڏن شهرن ۽ اُن جي ڀَر پأسن وارن ڳوٺن ۾ لَڏي وڃي وينا. اُنهن اتي ئي پنهنجو ڏنڌو ۽ وڻج واپار شروع ڪيو تہ اُنهن جي ٻولي ۽ لَهجي ۾ اُن ماحول جو اَثر پيدا ٿي ويو. هن وقت جيڪي ماڻهو ساموندي ٻيٽن، ۽ رَڻ پَٽَ ۾ رهن ٿا، اُنهن جو لهجو ٻين زبانن جي اَثرن کان محفوظ رهيو آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي دور ۾ ساموندي بَندر ماڳ، ٻيٽ ۽ درياءَ جون ڪنڌيون ۽ ڇاڙون سَيئي پيار ڀرئي ڇَڇَ سان ڇُلڪنديون هُيون. انهيءَ وقت ۾ سنڌ جي ساموندي پٽي جا ماڳ ،ٻيٽ،درياءَ جون ڪنڌيون ايڏيون تہ سهڻيون هيون جن شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ کي پنهنجو ڪري وڌو هو.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي سماجي ۽ معاشي زندگيءَ جو گهِرو مشاهدو ڪيو. اُنهن ماڻهن جي ٻولي ۽ لفظن کي جيڪي روز مَرهہ جي زندگيءَ ۾ ڳالهايا ويندا هئا. اُنهن لفظن کي جاچي جوچي وڏي پيار ۽ پاٻوهہ سان پنهنجي شاعري ۾ ڪَتب آڻي همشہ جي لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيو ۽ اُنهن لفظن کي مٽ وڪ ٿيڻ کان بچائي وَرتو.

ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ مَڙد توڙي عورتون اڄ بہ آڳاٽا لفظ پنهنجي ڳالهہ ٻولهہَ ۾ ڪتب آڻين ٿيون. اُهي لفظ ساڳي ئي شِڪل ۾ يعني اَصلي حالت ۾ هينئر بہ اُچاريا وڃن ٿا. اهي لفظ گهڻَ معنيٰ وارا آهن. جيڪي سنڌ جي مختلف هنڌ تي ڳالهہ ٻولهہ ۾ استعمال ٿي ڪري مختلف معنيٰ ڏيکارين ٿا.

مثال طور – لفظ "هيڪي" آهي. هيءُ لفظ مؤنث ۽ مُذڪر ٻنهي لاءِ ڪتب ايندو آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي "هِيڪي" لفظ ڪيترا ڀيرا استعمال ڪيو آهي. لفظ "هيڪي" اڄ بہ ساموندي پٽيءَ ۾ ماڻهو استعمال ڪن ٿا. ابراهيم حيدري ۽ ريڙهيءَ مياڻ جي ڳوٺن ۽ اُن جي ڀَر پاسن وارن علائقن ۾ مَرد ۽ عورتون ڳالهہ ٻولهہَ جي جملن ۾ "هيڪي" جو لفظ استعمال ڪن ٿيون.

※هيڪي: معنيَ: هڪ، هڪَ ڄڻي، هڪڙي، هڪ ڄاڻي، هِڪڙو اڪيلي، هيڪلي وغيره.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ "هيڪي" لفظ کي پنهنجي شعر ۾ ڪتب آندو آهي

※

"هيڪِي ٻانهي ڇِتَ ۾، ٻِي جا الله ڪَري
پاڻَ هِي وِجهي ڪُن ۾، پاڻ هِي ڪَنڌيءَ ني.
سُتڙِ سي ڍوئي، جي تَڙِ تَوائي مَڪُرا."

. سُر سري راڳ، داستان پهريون، بيت ٻاويهون

هِڪ عورت ٻي عورت کي چوي ٿي.

”لي! آءَ هيڪي آئي آنيان.“ (”آئي ... آءُ اڪيلي آئي آهيان.)
”آءُ ”هيڪي“ ڪِٿا ڪيان...!!“ ( ”آئي ... آءُ هڪڙي ڇا ڪريان )
”لِي“عورت کي چون, هڪ عورت ٻي عورت کي ”لِي“جي نالي سان مخاطب ٿيندي آهي. هي ريڙهيءَ واري عورت جو جو لهجو آهي. جنهن ۾ ڪِٿا لفظ يعني ڪ کي زير آهي.
”آءُ هيڪي ڪُٿا ڪريان.!!
هي ابراهيم حيدريءَ جي عورتن ۽ مڙدن جو لهجو آهي. جنهن ۾ هيڪي لفظ استعمال ٿيو آهي اُن سان گڏ ”ڪُٿا...“ جو لفظ آهي.
ساموندي پٽيءَ ۾ مَرد به ”هيڪي“ لفظ استعمال ڪندا آهن.
”خلاصي! هيڪو پپولو وٺاءِ.“= ”خلاصي ..! هڪ ڊِم لاهِ“
”خلاصي! هيڪي هاج وٺي آ.“ = ”خلاصي ..! هڪڙي شيءِ وٺيا“
سنڌ جي ٻين علائقن ۾ لفظ ”هيڪي“ ٿورو بدليل شِڪل ۾ استعمال ٿئي ٿو پَر اُن جي معنيٰ ۾ ڪو فرق ڪونهي.
لفظ ”هيڪي“ جي جاءِ تي ”هيڪلي“ استعمال ٿئي ٿو.
”هيڪلي“ لفظ ٿَر, اُتر ۽ وچولي علائقي ۾ عورتون ڳالهه ٻولهه ۾ ڪَتب آڻين ٿيون.
مثال طور: ”ادي شهر بانو! آءُ ”هيڪلي“ ويندي س ۽ سگهو موٽي ايندي س.“
”اَڙي! تون هيڪلي آئي آهين...؟“
”ادي! سڄي گهر جو بار هيڪلي ڪنيون وٺي آهيان.“
مَرد ”هيڪلو“ لفظ استعمال ڪندا آهن.
”آچر! تون هيڪلو جَهنگ ۾ مال ڪاهي وَڃ.“
”ادا! شاهو ڪونه آيو مان ”هيڪلو“ آيو آهيان.“
هيڪلي يا هيڪلو لفظ اِهي سنڌ جي ٻهراڙي وارن علائقن ۽ ڳوٺن ۾ استعمال ٿئي ٿو.
لفظ ”ڪُجاڙو“ آهي.
* ڪجاڙو“ جي معنيٰ ”ڇا“ ”ڇو.“ آهي.
شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي.

جِتي لَهرِين لَکَ, ڪَنِ ڪَر ڳَلَ پاڻَ ۾
اُتي عبَداللَطِيفُ چئي, رَبَ تُنهنجِي رَکَ
ڪُجاڙو هِي ڪَکَ, پَرُ جَهلِيندا پِيڙِ جو.

سُر سريراڳ, داستان ٻيو بيت ٽيرهون

هزارن جي تعداد ۾ لفظ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي بيتن ۾ اهڙا لفظ ملندا، جيڪي اڄ بہ ساموندي پٽيءَ ۾ ڳالهايا وڃن ٿا.

※ ڪاري" يعني درياءَ ڪان پا رڳرڻ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي،

"هيڪي ٻانهي چتِ ۾، ٻي جا ڪَري الله،
ڪَڍي، اُنهين ڪُن مان، اُڪاري اوڙاهہ
تہ واحد ڪي واهہ، جو سُتڙ سيئي ڪري

ساموندي پٽيءَ جا ماڻهو "اُڪاري" جو لفظ استعمال ڪندا آهن.

جملو! ناکئاسلو! هِن ٻيڙي ڪي پراڙين پاسي اُڪاري ڇڏجين.

ناکئا سلو! هن ڇوڪري ڪي دريا جي پرئين پاسي پهچائي ڇڏ،

پاٽي! مهمان ڪي ڪَنڌيءَ "اڪاري" اَچ.

لفظ "اڪُري" يعني پهچي.

"ناکئا! خيرو ۽ خادم درياءَ اُڪري ويا."

ساموندي پٽيءَ جا ماڻهو "اُڪري" لفظ جي معنيٰ "ٽڪرڻ"يا" ٽڪرائجڻ" ڪيندا آهن.

جملو: ادا ناکئي هاشم ۽ ناکئي الوَجا هوڙا "اُڪري" پيا، يعني ٽَڪرجي ويا. هِتان جي ماڻهن جي سادگي اِها اهي تہ ريڙهہ ۽ نقصان وارا لفظ استعمال ناهِن ڪندا. جڏهن ٻن ناکئن جا هوڙا پاڻ ۾ ٽڪرجن ٿا تہ اهي "ٽڪرجڻ" جو لفظ پنهنجي زبان مان ڪونہ ڪيندا آهن. ٻَراِئين چوندا تہ "اُڪري" ويا. پنهنجي نقصان جو اظهار بہ ڍڪيل ۽ لِڪيل انداز ۾ ڪندا آهن. جيئن ڪو ماڻهو فوت ٿي وڃي تہ چوندا، "مرحيات" ايئين ڪونہ چوندا فلاڻو مَري ويو.

※ ڪارونيار" ساموندي پٽيءَ ۾ درياءَ جو نالو آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي

※

ڳِهڙِج ڳهاٽِي نِيءَ سِين، اِڳئان ڪَپَرُ ڪارُونيارَ
اُڳارج آڏار لَهرِين مان، لَطيفُ چَئي

"سُر سريراڳ، داستان ٻيو بيت نائون"

ساموندي پٽيءَ جا ماڻهو "ڪارونيارجي معنيٰ "ڪاروڪن" ڪارونيار "ڪاروبار" ڪيندا آهن. ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ ملاحن، مهاڻن ۽ جتن جي ننڍڙين ٻيڙين جا نالا شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيتن ۾ ملن ٿا. جيئن، روپا، ريتري (صفا ننڍڙي ٻيڙي) پات، مَڪڙي، جن جتن وٽ ننڍڙيون ٻيڙيون هونديون آهن، اُنهن جتن کي اَپڙي جتَ چيو ويندو آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيتن ۾ گهڻا لفظ اهڙا ملن ٿا، جيڪي هن وقت بہ ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ بلوچ ۽ بلوچن جون اوڙڪون ڳالهائين ۽ جَتَ، جتن جون اوڙڪون يا پاڙا ڳالهائين. ڪلمتي، بلوچ ۽ جَت ساڳئي انداز ۾ اڄ بہ اهي لفظ ڳالهائين ٿا.

مثال طور

ٻَڙِي = ڇَري

پالارَ = وڻن جا ڏار

ڪُپَرَ = ٻُچڙي پَر – ٻچڙو هلڻ. جملو "آتون ڪپر ڪِيان تو ڪرين؟" يعني = تون ٻُچڙو ڇوٿو هلين...؟

[illegible] آزار برداشت ڪرن، سور برداشت ڪرن

وکَرُ = گهٽو سودو سامان

اوجو = آرام ڪرڻ، اُٿڻ

ويڳَرَ = مصالو

آتون = تون

ميز = مِينهن

اُجهي = اُٿڻ

سَوارو = سوَيرو

سويل = سوَير

وِسهہ = اعتبار

حيرت = ڳالهہ ڪي لِڪاءِ نہ

آن = اوهان

ڇُئان = ڇوان

ڇِئاڪا = ڦڙا ڦڙا (پاڻيءَ جا ڦڙا)

پوجاڙي = شام وارو وقت، وچين جو وقت

ڪيو = وَيو

ڪوير = اِها ويل نہ

ڪَهي = ويئي

ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ مهاڻن ۽ بلوچن جا ڪيترائي اهڙا لفظ مِلن ٿا جيڪي ساڳئي شڪل ۾ آهن ۽ ساڳي ئي انداز ۾ اُچاريا بہ وڃن ٿا بلوچ عورتون ۽ مهاڻن جون عورتون گهر ۾ اُهي لفظ ڪتب آڻين ٿيون

ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ بلوچ نج سنڌي ٻولي ڳالهائين ۽اُهي بلوچي ٻولي نہ ڳالهائيندا آهن. اِهو ئي سبب آهي جو بلوچ ساموندي پٽيءَ ۾ صدين کان وٺي رهندا اچن ٿا. تنهن ڪري بلوچن ۾ جتن جي لفظن ۾ هڪجهڙائي ملي، بلوچن ۾ مهاڻن جي لفظن ۾ بہ ڪٿي ڪٿي هڪجهڙائي ملي ٿي.

مثال طور:

| | | |
|---|---|---|
| توڪَ ڏنم | = | يعني توکي ڏنم |
| توڪ چُئم | = | توکي چيم يا توکي چيو |
| آن ڪِ چُئم | = | اوهان کي چيم يا اوهان کي چيو |
| آن ڪِ ڪُجا چُئان | = | اوهان کي ڇا چوان |
| هُنڪَ چُو | = | هُن کي چيو |
| آن ڪ چئان ٿو | = | اوهان کي چوان ٿو |

جتن جو لهجو مختلف ٿئي ٿو. جتن جون ڪيتريون اوڙڪون آهن. يعني پاڙا آهن. شاهہ عبداللطيف جي ڪيترن سُرن ۾ جتڪي لَهجي جا لفظ ملن ٿا.

مثال طور:

※ وِجا: معنيٰ. جاڙ سنوت. آٿڪل

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي.

"جِتِ حبيب هَٽن، نائُڪُ ٻَري نِيهہَ جِي
تِتي طَبيبن، وَجي وِجا وِسَري،

سُر يَمن داستان ٽيون

※ وَهي وا = معنيٰ: هَليا ويا."

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي .

"سَر ۾ پَکي هڪڙو نہ ڇُٽي نہ چونگاري
رضا جا رحمان جي، پيو پکيئڙو پاري
وَٽان وبچاري، وِڳر سَپ وَهي وا."

سُر پورب

※ نِيرڻ: = معنيٰ. نِيئَرَ

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي.

ادبو اٿ ويام، منهنجا نِيرڻ سوڌا نڪري
ڪنجيون جي قرفن جون، سانيڙ سور پيام
سنجهي هوبت ويام. صبح بَڏيم سَندرو"

سُر ساميئي

※ تِيلان – آڪڙ. اڪيلو ڏسي اُپو ٿي وڃڻ.
شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي:
※

سدا سائِر سِيرِ ۾، اندرِ لَهي نہ اُڃَ
سَڙُ جو پِرينءَ جو سا سَپائي سُڃَ
تيلان مَرَنِ اُڃَ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾.

" سُر سسئي آبري، داستان پهريون، پنجون"

※ اُڪِڙِئو : = پٽيو ڪڍيو (جتڪي لَهجي جو لفظ)
شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي

"جا ڪِي ڪَري طبيبُ، دارون هنِ دردَ جا،
هِهِٽئو سي حبيبُ، اکوڙِئو آڏ ڪَري"

سر يمن ڪلياڻ

※ اگهِنِ : بيمار تندرست نہ هُجڻ.
شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي.

آهي گهڻون اگهِنِ جو تَرسُ طبينِ،
ڪِٿو وَسُ ويڄَن، تان ڪِرِي ري ڪين ٿيئي.

سُر يَمن ڪلياڻ، داستان ٻيو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيتن ۾ ڪلمتي بلوچ ۽ بلوچن جي مختلف پاڙن ۾ ڳالهائيندڙ لفظ بہ استعمال ڪيا آهن. اُهي لفظ جتن جون اوڙڪون بہ استعمال ڪَن ٿيون.

مثال طور: اُيالو معنيٰ طعنو مِيهڻو
※ اويالئان : معنيٰ طعنا، مِيهڻا.
شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي.

سَتِيءَ ڳالهه سُئِي سَرتِينِ سِنجَڻُ ڇَڏِئو
ماروئڙِي محلن ۾، اڳي ڪانہ هُئِي،
عُمرَ آءَ نہ مُئِي، اِنَ اويالِئان آڳَ ۾.

"سُر مارئي، داستان ٻيو بيت ويهون"

شاهه سائين جي هِن بيت ۾ لفظ آهي، سِنجڻَ.
هيءَ لفظ ڪَلمتي بلوچ ۽ جَت ڳالهائيندا آهن، جيڪي ساموندي پٽيءَ ۾ رهن ٿا.

سُر مارئي جي داستان اَنون ۾ بيت آهي. جنهن ۾ سِنجَڻ لفظ شاھ عبداللطيف ڀٽائي ڪتب آندو آهي.

سِنجڻ، معنيٰ، ڪوھ مان پاڻي ڪڍڻ. ساموندي پٽيءَ ۾ "سِنجڻ" لفظ جي جاءِ تي "سنِجن" لفظ عام ماڻهون استعمال ڪندا آهن.

شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي:

سَتيءَ ڳالهه سُئِي، سَرتِين سِنجَڻُ سِنجَڻُ ڇَڏِئو
ماروئڙي محلن ۾، اڳي ڪانہ هُئي،
عُمرَ آءٌ نہ مُئِي اِنَ اوڀالِئان اَڳ ۾.

سُر مارئي، داستان ٻيو بيت ويهون"

"اي ڇوڪريون کوھ تان پاڻي پيون "سِنجن"

"ابا....! وڃ پاڻي سنِجي اچ"

لفظ آن معنيٰ اوهان

هيءَ لفظ ڪلمتي بلوچ ۽ جَتَ بہ ڳالهائين.

شاھ عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي.

"جُهوڙا جي جُهلن ۾، هِيري لک هزار
لڳا واڻَ وٽِن جا، پَنهونءَ کي پالارَ
آن ڪي ويندا گڏيا، اَهڙي سِٽَ سُوار
لنگهي ڪالهہ قطار، تو آئي! اَڄُ نِهارئين.

سُر ديسي داستان چوٿون

※ وِسَهہ: يا "وِسهي معني پروسو اعتبار هيءَ لفظ ڪلمتي بلوچ ڳالهائيندا آهن. ۽ ساموندي پٽيءَ جا سڀ ماڻهو ڳالهيندا آهن.

شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي.

"هتان ڪاٻڙي! ٻول ٻاروجي وِسَهي
هوند نہ سُتيس، سر تيون! ويهي رَهيس وڙيِ،
جَت پنهنجي جوءِ ۾، گهارين مان گهڙيِ،
ڪيڇن آئون نہ ڪَڙيِ، ڪِنهن ڏکيءَ ڏاوڻ ڏائيو."

سُر ديسي داستان ستون

※ ڪَج معنيٰ ڪوڙ هيءَ لفظ ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ ڪلمتي بلوچ استعمال ڪندا آهن.

شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي.

| | |
|---|---|
| ڇُنڙي | پوتي |
| چاگولو | رسي<br>بولي رَڇَ پاسن واري رسيءَ کي چيو ويندو آهي. |
| چاڳلو | دادلو پار |
| چٽو | پرهيز نہ ڪرڻ — هر شئي کائڻ |
| چوچو | پکيءَ جو قسم |
| چَلڻ | هَلڻ<br>"ادا....! بيھہُ نہ چَلڻ ڏيڪار" = "ادا...! بيھہُ نہ هَلڻ ڏيڪار" |
| ڇَڏو | گندي پاڻيءَ جو کڏو |
| چواٽو | زور سان ڳالهائڻ<br>ادا ـ چواٽو نہ ڏي، ادب سان ڳالهائڻ |
| چال | تيز<br>"ادا . . . هوڙي کي چال نہ ڏي" = "ادا . . . .هوڙو تيز نہ هلاءِ" |
| ڇُر ڇُر | ماٺِ ڪَر |
| ڇِيري | چيرڻ، ڇِڪي ڦاڙڻ |
| چوڪو | وَڍڻ |
| چوڪ | درياهہ سُڪي ويو. |
| چوٽي ڍولير | پکيءَ جو نالو (هنِ پکيءَ کي مٿي تي چوٽي ٿيندي آهي.) |
| چَرڻ | مال چارڻ |
| ڇِهر | درياءَ جو نالو<br>هي درياءَ پاڏالو درياءَ مان نڪرندو آهي. پوءِ وَر کائي هلندو سمنڊ ۾ داخل ٿيندو آهي. |
| ڇَر ٻهَر | مني پاڻيءَ جي ڍنڍ، ( هي ڍنڍ راڄ ملڪ جي پاسي ۾ آهي ديهہ ڏڙي ۾ آهي.) |
| ڇِمني | ٻتي |
| ڇَڪ وات | گار گند<br>"اي ڇورا...! وڏن سان ڇَڪ وات نہ ڪر" = "اي ڇورا ...! وڏن سان گار گند نہ ڪر" |
| چينڪي | درياءَ جو نالو (هيءُ درياءَ ڪاڇهر درياءَ مان نڪري ٿو.) |
| چاڪو | ميڇيءَ جو نالو (هيءَ کاري پاڻيءَ جي ميڇي آهي. هنِ جو قد ٽي چار فوٽ ٿيندو |

مثال = وریاٽي پاڙي جا ماڻهو پاٽي پيئڻ جي ٿانوَ کي "ڏول" چوَن.

ابا ڏول ڀري آڙي"

دبلا پاڙي جا ماڻهو پاٽي پيئڻ جي ٿانوَ کي "چل" سَڏين.

"زينو! پيولي مان "چل" ڀري ڏيم."

ملڪائي پاڙو:

"لي! پاٽيءَ جي چَل ڏي"

**ريڙهيءَ جا ماڻهو لفظ جي هيٺان "زير" لڳائي اُچار ڪَيندا آهن.**

| مثال طور | ڪِ | = | کي |
|---|---|---|---|
| | ڪِجا | = | ڇا |
| | ڪِجاڙو | = | ڇالاءِ |
| | ڪِيندي | = | ڪائيندي |
| | پِيندي | = | پيئندي |
| | ڪِيندي | = | ڪَندي |
| | ڪِنهن گورين | = | ڪِهڙي پاسي |
| | چِتال | = | سُني – سُهڻي |
| | هِيڪي | = | هِڪَ جڻ، هڪڙيه اڪيلي، هڪڙو جڻو |
| | پِيالا | = | اُيرندو طرف |
| | ٻِتا | = | ٻِگل |
| | لِي | = | عورت |
| | ٻِني | = | وَني |

ٻَني جو لفظ ريڙهيءَ ۾ رهندڙ ماڻهو زنده شيءِ جي لاءِ استعمال ڪندا آهن.

مثال! اِنسان – ٻڪون – ٻڪري وغيره

**جملو – "اي خلاصي! ناڪئي هاشم کي "ٻَني" آڙي!"**

**جملو – "لِي! تون حاجره جي گهران ٻِيور کي "ٻَني آ"**

**ٻَني = وَني**

**ڪاڇي هيءَ لفظ صرف بي جان شين جي لاءِ ڪتب آڻيندا آهن.**

**ڇورا. ٻَني آ ـ معني ڇوڪرا – ڪا شئي وني آ.**

**لفظ "لِي" يعني عورت**

ريڙهيءَ ڳوٺ جا مرد "لِي" جو لفظ پنهنجي گهر واريءَ جي لاءِ استعمال ڪندا آهن. ڪڏهن جُملي جي اڳيان تہ وري ڪڏهن جملي جي پڇاڙيءَ ۾ ڪتب آڻين ٿا.

مثال طور: "لِي! ڪِٿا پئي ڪِرين...؟"

"ڪم ڪري آئين لِي..؟"

"لِي! اَنُ رڌ."

ريڙهيءَ جا ماڻهو "اَنُ" جو لفظ صرف چانورن لاءِ استعمال ڪندا آهن.

ريڙهيءَ جون عورتون هڪٻئي کي مخاطب ٿينديءَ ڳالهہ ٻولهہ ڪندي پنهنجي لهجي ۾ "لي" جو لفظ استعمال ڪنديون آهن.

مثال طور! "لِي! ماڻهين جي گهر وئينءَ؟"

"لي! ڪيڏانهن پيءِ وِڃي؟"

"آءُ نولا ملڻ پيءِ وڃان!"

نولا يعني ٽانوَ — آءُ ٽانوَ ملڻ پيءِ وڃان.

"لِي" جو لفظ ريڙهيءَ جي مِلڪاٽي ماڻهن جو هو اُهي استعمال ڪندا هئا, پر هينئر سيني پاڙن ۾ "لي" جو لفظ استعمال ٿئي پيو.

لفظ — "ڙي"

ريڙهيءَ جون عورتون "ڙي" جو لفظ پنهنجي مرد يعني مُڙس سان ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪم آڻين ٿيون.

مثال طور!

"ڙي! هَتَ تان هاج ونئي آئين؟"

"اي! ڪمائي ڪِري آئي ڙي!؟"

"ڙي! ڪِٿا پيو ڪرين...؟"

"ڙي! ڪيڏانهن پيو وڃي.؟"

ريڙهيءَ جي عامَ لَهجي ۾ "ڙي" ۽ "ي", اِهي ٻئي اضافي لفظ آهن هتان جا ماڻهو گهڻو استعمال ڪندا آهن.

"ڙي" جو اضافي لفظ

مثال! "آنو! ڪم ڪرين آڻين ڙي..؟"

"خلاصي ڪيڏانهن پيو وڃي ڙي.."

"اي حاجي! ڪِٿا پيو ڪرين ڙي.."

"اي خلاصي! رَڇَ وِتاءِ ڙي"

بيڙي، لانچ، هوڙي ۾ مزدوري ڪرڻ واري کي "خلاصي" چوندا آهن
"ي" جو اضافي لفظ
مثال: "يا اَڪورو مَشي ڪرين پيو يا..."
(يا خوامخواهه مَستي ڪرين پيو يا)
"ٿارا ڪري اچون پيايا.." (ٿارا معنيٰ ڪانئيون)
"يا هاج وني آ..." (يا شئي وني آ)
ريڙهيءَ جا ماڻهو "ظ"، "ذ"، "ز"، جو آوازن ڪڍنَ ڪونہ پر اُنهن جي جاءِ تي "ج" جو آواز ڪڍندا آهن.

| مثال طور: | جَال = زال، | جلم = ظلم | جور = زور |
|---|---|---|---|
| | جَرو = ذرو، | جِبان = زبان، | جوري = زوري |

لفظ: ڳپڙ يعني ڳپڙو لٽو
ريڙهيءَ ڳوٺ ۾ مَرّد ۽ عورتون "ڳپڙ" جو لفظ استعمال ڪنديون آهن.
هڪ عورت نوان ڪپڙا خريد ڪري ايندي، اُها ٻيءَ عورت کي ٻڌائيندي ۽ ڏيکاريندي چوندي آهي.
"لي! ڪپڙ آندا آمر" = "آئي...! ڪپڙ آندا آهن"
"لِي — ڳپڙ ڏس." = "آئي ...! ڪپڙا ڏس"
ڪو مرّد درزيءَ ڏي ڪپڙا سبرائڻ جي لاءِ ڪٽي ويندو تہ چوندو.
"اي هاشمر! ڳپڙ سبي ڏيمِر ڙي"
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ڳپڙ جو لفظ بيت ۾ ڪتب آندو آهي..

"آچن سَڙهہ اُپڙئا، مَٿن ڳپڙ ڪوٺ،
ساموندي مون گهوٽ، لڪا لوپي آئيا."

سُر سري راڳ، داستان چوٿون

ساموندي پٽيءَ ۾ جتن جون ڪيتريون ئي اوڙڪون (پاڙا) رهن ٿيون. ڪاري وارن جتن ۽ مير جتن جي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جو انداز مختلف آهي.

ساموندي پٽيءَ جي عورت

ساموندي عورت روز مَرهہ جي زندگيءَ ۾ مَرد جي ڀيٽ ۾ سنڌيءَ ٻوليءَ جا پُراڻا لفظ استعمال ڪندي رهي ٿي. ڏٺو وڃي تہ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جون عورتون ۽ ساموندي پٽيءَ جون عورتون پراڻن سنڌي لفظن کي اَجا تائين حيات رکيو آچن ٿيون. اَڻ پڙهيل هوندي بہ سنڌيءَ ٻوليءَ جا ججها لفظ جُملن ۾ ڪتب آڻين ٿيون. ڪيترائي اَڻ لَڀ لفظ اُنهن جي سيني ۾ اڄ بہ محفوظ آهن. جن جي استعمال جو ڏانءُ وارو هُنرڪين آچين ٿو. ڪُجهہ لفظ اِهڙا آهن، جيڪي ساموندي پٽيءَ جي عورت ۽ ٻهراڙيءَ جي عورت ساڳيءَ طرح سان استعمال ڪَن ٿيون.

لفظ - اوج = معنيٰ - مدد - سهارو
جيڪڏهن ڪنهن غريب عورت کي ڪُجهه اَنَ جا داڻا يا ٻي ڪا شيءِ، مثلن، ڪاٺ، خوراڪ، گندي ڪپڙو وغيره ڪنهن کان جي مِلي پوي ته چوندي
"ادي! ڪُجهه ته اوج ٿي وئي"
"ادي! اوج اَچي وئي گذارو ٿي ويندو.
اوج لفظ ٺٽي ضلعي جي ٻهراڙيءَ واريون عورتون استعمال ڪنديون آهن.
لفظ "ويڳر" معنيٰ مصالحو - (ٻوڙ ۾ ياڇي وارو)
لفظ ويڳر، سنڌ جي ساموندي پٽيءَ ۾ سنڌ جي ٻين ضلعن جي ڳوٺن ۾ عورت پنهنجي لهجي ۾ استعمال ڪري ٿي.
ساموندي پٽيءَ جي عورت ٻي عورت کي مخاطب ٿيندي چوندي آ.
"ڀِي. ويڳر لَڙهي ڏي" (لڙهي معنيٰ پيسي)
(ادي! مصالحو پيسي ڏي)
سنڌ جي اُتر ۽ وچولي وارن علائقن ۾ ويڳر جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. خاص طور تي ٻهراڙيءَ واريون عورتون "ويڳر" لفظ استعمال ڪنديون آهن.
"فاطمي! او حاجره کان ويڳر وٺي آ.
"ادا! هَتَ تان ويڳر آٽي ڏي، انهيءَ ڪانسواءِ ياڇي مَزو ڪونه ڪندي"

ڏٺو وڃي ته سنڌ جي ٻهراڙيءَ واري عورت سنڌي لفظن جي گهڻ گهاڻ جي جاڻ رکي ٿي. اُن جي ڀيٽ ۾ شهر جي رهندڙ عورت سنڌي ٻولي ڳالهائيندي ۽ سنڌي لفظن جو استعمال ڪندي به اُها لفظن کي نِجُ شڪل ۾ اُچاري نه ٿي سگهي. جنهن سان لَفظ جي اَصل صورت ۾ بگاڙ اَچي ٿو.

شهر جي عورت مارڪيٽ ۽ بازار ۾ گُهمندي ڦرندي، خريداري ڪندي پنهنجن جملن ۾ اردو ۽ انگريزيءَ جا لفظ استعمال ڪري ٿي. اِهڙيءَ صورت ۾ نِجُ ۽ اصلي سنڌي لفظ پنهنجي جاءِ تان غائب ۽ هَٽيل هوندا آهن. جيڪي گهڻي وقت جي گُذرڻ کان پوءِ اُهي لفظ ائين غائب ٿي ويندا، جڻ سنڌيءَ ٻوليءَ جا لفظ ڪونه هئا.

شهر جي عورت سنڌي لفظ جو بچاءُ نه ٿي ڪري سگهي، جيئن ٻهراڙيءَ جي عورت سنڌي لفظن جو بچاءُ ڪندي لفظن کي اُچاريندي رهي ٿي.

## "ساموندي پٽيءَ جي ٻيٽن تي رهندڙ ماڻهو"

ساموندي پٽيءَ جي ٻيٽن تي جيڪي ماڻهو رَهن ٿا. اُنهن ماڻهن جي ڳالهه ٻولهه جو لهَجو بِنهه مختلف آهي. ڇو ته اُهي ماڻهو هڪ محدود ماحول ۾ پنهنجي حياتي گذارين ٿا. اُنهن ماڻهن جو وڏن شهرن يا ننڍن شهرن سان گهڻي اَچَ وڃ بلڪ بِنهه ٿوري يا صفا نه هُئڻ جي برابر رهي ٿي، ساڳ ڪِنهن گهڻي عرصي کان پوءِ هڪ ٻه مَرد جو

ٻڃڻ ٿئي ٿو. اهو بہ نہ جھڙو اُنهن ماڻهن جي لَهجي ۾ لفظن جو استعمال ٿورو ٿئي ٿو. اَهي ماڻهو هڪ محدود دائري ۾ رهندا رهن ٿا. اُنهن وٽ شين جا نالا جيڪي سچاٽپ طور تي ڪتب آڻين، سي مٿيل هوندا آهن. پر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي بيتن ۾ اُنهن جا لفظ ملن ٿا.

سنڌ جي سامونڊي پٽي ٽِن ضلعن ۾ آهي. ڪراچي، ٺٽو ۽ بدين. سامونڊي پٽيءَ جو جَهجو حصو ٺٽي ضلعي ۾ آهي. هيءَ سامونڊي پٽي ساڍا ٽي سئو ڪلو ميٽرن تي پکڙيل آهي. جيڪا مبارڪ ڳوٺ کان شروع ٿئي ٿي، پوءِ هاڪس بي، مَنهوڙو شمس ٻيٽ، ڪڏو ڪياماڙي، گذري، حيدر شاهہ، ابراهيم حيدري، ريڙهي مياڻ، لَٽ بستي، شاهہ حَسن، ڀنڀور، جاڪي بندر، پيٽياڻ: بندر، دبو درياءَ، ترچاڻ درياءَ، حجامڙو درياءَ، چاڻ درياءَ، راڄ واري درياءَ، ڪاڪانگڙي ڪانگڙي درياءَ، گهوڙو درياءَ، مُنٽي درياءَ، هن درياءَ جي اُتر ۾ شاهہ بندر آهي. ڪاجو درياءَ، سير ڪريڪ، جنهن جي ڪُجهہ حصي تي هندستان مالڪيءَ جي دعويٰ ڪري ٿو. سامونڊي پٽيءَ ۾ ٻہ سئو (200) کان مٿي ڪاريون ۽ ٻيٽ آهن، جن مان تقريبن ارڙهن ٻيٽ هن وقت آباد آهن. ڪجهہ سامونڊي پٽيءَ جي ٻيٽن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. روهڙو ٻيٽ | 26. لاگارو ٻيٽ | 51. گدڙ ٻيٽ | |
| 2. حجامڙو ٻيٽ | 27. سير ٻيٽ | 52. سري ٻيٽ | |
| 3. ڪوبر ٻيٽ | 28. پچاڙ ٻيٽ | 53. ڦِٽي ٻيٽ | |
| 4. گهوڙو ٻيٽ | 29. سير پکار ٻيٽ | 54. ڪارو چاڻ ٻيٽ | |
| 5. ڪچر ٻيٽ | 30. مُنٽي ٻيٽ | 55. جوڳيئڙا ٻيٽ | |
| 6. ڪاجهر ٻيٽ | 31. ڪُڏي ٻيٽ | 56. ٻيٽڙي ٻيٽ | |
| 7. ڪانئر ٻيٽ | 32. ڪاهي ڪُڏي ٻيٽ | 57. آڏياڙي ٻيٽ | |
| 8. تُرچاڻ ٻيٽ | 33. سنهڙي ٻيٽ | 58. چاڻ ٻيٽ | |
| 9. ڪانگٽي ٻيٽ | 34. نانگ واري ٻيٽ | 59. ميران ٻيٽ | |
| 10. گوگارڻ ٻيٽ | 35. سيار ٻيٽ | 60. ڪيڏي واري جو ٻيٽ | |
| 11. وَنو ٻيٽ | 36. مَل ٻيٽ | 61. تُرسياڻ ٻيٽ | |
| 12. دبوَ ٻيٽ | 37. ڄهبَ ٻيٽ | 62. پيٽاٽي ٻيٽ | |
| 13. ميرواهہ ٻيٽ | 38. راڄ واهہ ٻيٽ | 63. ٻَبُولو ٻيٽ | |
| 14. ڀوري ٻيٽ | 39. ميران ٻيٽ | 64. ڪورنگي ٻيٽ | |
| 15. هڏن واري ٻيٽ | 40. ڦَتو ٻيٽ | 65. ڪورَ ٻيٽ | |
| 16. سوڪي ٻيٽ | 41. ڄهري ٻيٽ | 66. آٽرڪِي ٻيٽ | |

| 17. سياڳي ٻيٽ | 42. ٽِڪو ٻيٽ | 67. اڪِين وارو ٻيٽ | |
|---|---|---|---|
| 18. اَمن وارو ٻيٽ | 43. سير ڪاري ٻيٽ | 68. ماڙيءَ وارو ٻيٽ | |
| 19. نانگو ٻيٽ | 44. ڦات ٻيٽ | 69. شاھ بندر وارو ٻيٽ | |
| 20. گيسر ٻيٽ | 45. ڪڏو ٻيٽ | 70. جاڪِي ٻيٽ | |
| 21. وَڍيون ٻيٽ | 46. اونڌار ٻيٽ | 71. ڇڻَ ٻيٽ | |
| 22. شُڪرانو ٻيٽ | 47. جھور ٻيٽ | 72. ڪٽند ٻيٽ | |
| 23. ڏو ڏاتي ٻيٽ | 48. زيرو پوائنٽ ٻيٽ | 73. ڏنگي ٻيٽ | |
| 24. واڙي ٻيٽ | 49. پڪيئڙو ٻيٽ | 74. پونڊار ٻيٽ | |
| 25. گھاريلي ٻيٽ | 50. چار وارو ٻيٽ | | |

ابراهيم حيدري ۽ ريڙهي "مِياڻ جي لَهجن ۾ فرق"

هي علائقا سنڌ جا قديم ۽ تاريخي ماڳ آهن. ڪنهن وقت سمنڊ هنن ڳوٺن کان اَٺ ڏهہ ميل ٻَري هوندو هو ۽ سنڌو درياءَ هن علائقي مان گذرندو هو. سنڌو درياءَ رُخ بدلايو پوءِ هيءَ علائقو ڦٽو سمنڊ جي کاري پاڻيءَ کي موقعو مليو. اُهو اڳتي وڌندو آيو ۽ وڌندو رهي ٿو. هن وقت ريڙهي بندر ۽ ابراهيم حيدريءَ سان سمنڊ جو کارو پاڻي اَچي لڳو آهي. هِنن ٻنهي ڳوٺن ۾ ڪيترين ئي آباديون وسن ٿيون. انهن سيني جو اڪثر ڌنڌو مڇيءَ مارڻ وارو آهي پر ڪي وڻج واپار ڪن تہ ڪي وري ٻين ڌنڌن سان لاڳاپيل آهن.

ابراهيم حيدري ڳوٺ ۽ ريڙهي ڳوٺ جي رهندڙ ماڻهن جو لَهجوَ ۽ حيدري ڳوٺ ۾ رهندڙ ڪڇي ذات جي ماڻهن جو لَهجوَ مختلف ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جيڪي صدين کان سمنڊ جي پٽيءَ تي گڏ رهندا اَچن پيا ۽ مَڇيءَ وارو ڌنڌو ڪَن پيا.

| حيدريءَ جو لَهجو | ريڙهيءَ جو لهجو | ڪڇيءَ جو لَهجو (ابراهيم حيدريءَ وارا) |
|---|---|---|
| هيڏانهن اَچُ | هيڏانهن اَچُ | ياءُ هيڏانهن مکيو آ (مکيو = اچ) |
| ڪُٿا پيو ڪَرين...؟ | ڪِٿا پيو ڪَرين؟ | ڪُرو ڪَرين تو؟ (ڪرو = ڇا) |
| ڇوڪر! سامان وٺي آ | ڳيور! هاچ وٺي آ | ڇوڪرا! سامان ڳني آ |
| اي ياڙي! ريتيءَ جي ٿَرڪ بيٺي آهي | ياڙي! وَڪر جي ٿَرڪ بيٺي آهي | يا..! آ ٽار جي ٿَرڪ اُيي آهي |
| خالي پِاسي مَستي ڪرين پيو | اڪورو مستي ڪرين پيو (خواه مخواه مستي ڪري پيو) | هَريَرو مَستي ڪرين پيو. |

| لِي! ڪَجا پي ڪرين....! | لِي! ڪِجا پي ڪرين...؟ | تون ڳورو ڪرين پئي. |
|---|---|---|
| يَت رَڌ | يَت رَڌ | ڪائو پچاءِ |
| ناڪئواِمو هوڙو جَهري آيو | ناڪئواِمو هوڙو جُهري آيو | ناڪئواِمو هوڙو توڙي آيو |
| احمد جي پُٽ جي اج ڇَني آهي | احمد جي ڳيورجي اج ڇَني آهي | احمد جي پُتر جي اَج ڇَني آهي |
| سومار جي گهر تي اج وِجَ ڪري | سومار جي گهر ۾ اج ڏئي ڳَري آ | سومار جي گهر ۾ اَج وِجَ ڇٽي آ |
| بوري اَنو جي ماءُ بيمار پئي آهي | خلاصي انو جي ماءُ اگهي پي آهي | خلاصي انوَ جي ماءُ ڪي ٻَرو اچي ويو |
| شاني! ٻوڙ ڪٽي اج | شاني، ساڳ ڪٽي اَجَ | شاني! تورو ساڳ ڪٽي اَجُ |
| گاهہ ڪري اَچون ٿا | ٿارا ڳري اچون ٿا يا | ڇيڙيا ڳيي اَچن سو |
| ڳم ڪري آئين | ڳم ڳري آئين ڙي | ڳم ڳري اَوي |
| ڪِٿان آئين ...؟ | ڪٿي آئين يا | ڪيڏانهن آهين يا |

هِن وقت نہ اُهي "بندرگاهہ" آهن، نہ ئي ساموندي رستا. هن وقت ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ ناڪئا پنهنجن وڏن ٻيڙن تي پنهنجا چونڊ نالا رکندا آهن.

"اکر پٽي " لکڻ وقت ساموندي پٽي جي ماڻهن جهجهي محبت ڏني ۽ رات ڏينهن ڪچهرين ۾ ننڍڙن ٻارن ،نوجوانن ۽ وڏن بزرگن، پوڙهين ۽ پَڪين عورتن، شاعرن ۽ سگهڙن وڏو ساٿ ڏنو،انهن جي محبتن ڪي وساري نٿو سگهان. جيڪڏهن ڪي جوڏا جوان ساموندي پٽيءَ ۾ اَچي ،سنڌي ٻوليءَ جا آڳاٽا لفظ ڳني ڪندا تہ ڪين هزارين نوان لفظ ملي پوندا ۽ سنڌي ٻولي ءَ جي لغت جو وڏو خزانو تيار ٿي ويندو.

مون ڪي هِن ڳمَ جي لاءِ جن مان وارن سڄڻن ۽ اسُتادن همٿايو. سائين عطامحمد ڀنيرو صاحب، سائين پروفيسر همٿ علي پتافي، سائين محمد علي مانجهي صاحب، سائين عبدالفتح هاليپوٽو(شرجيل) آئون انهن سڄڻن ڪي بہ نٿو وساري سگهان، جن هن پنڌَ ۾ ساٿ ۽ سهڪار ڪيو آهي. سائين انب گوپانگ، نور محمد ٿهيمور، مولوي عبدالله موساڻي (ريڙهي)، بدرالدين سومرو(صدر ٽيچرس ايسوسيئيشن سنڌ يونيورسٽي) انور ساگر ڪانڊڙو پروفيسر حسين ڪپري، طارق عباسي، الهڏنو خاصخيلي ڪارو چاڙ ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي پارڪن ۽ ساموندي پٽيءَ جي سگهڙ شاعرن جن ۾ حاجن فقير ميرجت، رسول بخش مَروا بلوچ، باقر مروا بلوچ، غلام حيدر مُرگهر، عبدالله مُرگهر، شفيع محمد مُرگهر، محمد نواز بگهياڙ غلام حيدر بگهياڙ الهڏنو ٻاهوٽ، پيراڻو بلوچ ۽ ٻيا دوست جن، ۾ ماستر ڪرم علي، مَروا بلوچ ، الهجڙيو ميرجت بگهاڙ موري ۽ خاص طور تي سائين غلام محمد ڪٽي ۽ ان جي فرزندن جو بہ ٿورائتو آهيان، جن مون سان ساٿ ڏنو. پياري دوست عبدالجليل، "آزاد" ڪٽي جنهن جا وڏا وڙ آهن اُهي آئون وساري نٿو سگهان.

منصور ٿَلهو

## الف

| لفظ | معني |
|---|---|
| آ | اَج، هيڏانهن |
| آءَ | اَڄ<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: ”سُر ساموندي، داستان چوٿون، بيت نائون“<br>❊<br>سَرَ نسريا پاند، اُتر لڳا، آءَ ڀِرين!<br>مون تو ڪارڻِ ڪانڌَ!، سَهسين سُڪائُون ڪَيون.<br>❊ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| آءَ | خود، پاڻ |
| آل | مَڇيءَ جو نالو<br>(هيءَ مڇي ڪاري پاٽيءَ جي آهي. هن جو قد هڪَ فوٽ ويڪرو آهي ۽ ڊيگهه ۾ ڏيڍ فوٽ ٿئي ٿي.) |
| آهه | گهوڙاڙيءِ مَري ويس ڏُک جي حالت ۾ آهه َ پرڻ ڪِنهِن ڳالهه تي ٿڌو ساهُ ڀَرڻ. يا، ڪڙڻ |
| اِي | مخاطب<br>هيءُ لفظ مؤنث ۽ مُذڪر يعني عورت ۽ مَرد، ٻئي استعمال ڪندا آهن. روبرو ڳالهائيندي ٻـ استعمال ٿئي ٿو. |
| اَلائي | جَهجهو گهڻو |
| الاجي | خبر ڪانهي، ڪا خبر ڪانهي |
| اَلهه جي | الله جي، الله ڄاڻي |
| اُولي | ڇٺن پَنجن فوٽن جي ڪاٺي جنهن جي مُنڍ ۾ گول دائري وانگر يا مُستطيل هِڪَ فوٽ ڪَن جي ڪاٺي لڳل هوندي آهي، اُن کي ”اُولي“ چئبو آهي. ننڍڙين ٻيڙين، ريتري (صفا ننڍڙي ٻيڙي)، مَڪڙي، پاتَ، گاليو. کي هلائڻ جي لاءِ ”اُولي“ ڪَم اَچي ٿي. |
| اَٽِي | اُولِي جي مُنڍ ۾ لڳل ڪاٺ جو تخطو جنهن جو ڪُجهه حصو ٻاهر نڪتل هوندو آهي. اُن کي ”اَٽي“ چئبو آهي.<br>شاهه عبدلطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: ”سُر سريراڳ. داستان. بيت پهريون“<br>❊ |

<table>
<tr><td></td><td>"کوها ڪالَ ڪٺي، اُنِ وِڌا اُتَرَ آسَري،<br>اَلا! جُهري مَ اُن جي اولِي جي اَٽي،<br>وَٽجارَنِ وَٽي، وَڪَرُ وِڌو ٻيڙِين"<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاھ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع</td></tr>
<tr><td>اَنُ</td><td>چانور، يَتُ، (ريڙهيءَ جا ماڻهو يَتَ جي لاءِ "اَنُ" جو لفظ استعمال ڪندا آهن.)<br>"لي...! اَنُ رڌ ٻچيور جي لاءِ" "ادي... ! يتَ رڌ پُٽ جي لاءِ""<br>اَمون! اَنُ وني اَڄُ تہ يت رڌيون"</td></tr>
<tr><td>اوکو</td><td>ڏُکيو ڏکيو ڪَم، ڏکيو اَلائڻ، ڏکيو ڳالهائڻ...<br>"لِي....! اوکو نہ الائج!" = "تون....! اوکو نہ ڳالهاءِ ڙي..."<br>خلاصي دريا مَنجهہ رَڇَ (ڄار) کي لاهيندا آهن تہ اوچتو ڪُن جيان پاڻي تيزيءَ سان ڦيرو ڪائي رَڇ کي مَروڙي ۽ وَٽيل رَسي جيان وَٽي سَٽي ڇڏيندو آهي تہ خلاصي دانهن ڪندو آهي.<br>"ناڪٿا...! هير پاڻي الائي "اوکو" آهي." = "ناڪٿا....! هاڻ پاڻي الاهي ڏکيو آهي"</td></tr>
<tr><td>اکو وڏو</td><td>وڏي اک وارو يا، وڏيءَ ٻاري وارو رَڇُ</td></tr>
<tr><td>اَکيا</td><td>ڪوپا<br>شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪنيات، داستان ٻيو بيت ٻاويهون"<br>※<br>ڪِنين ڪامَڻَ ڪَياءِ؟ ڪيئَن ڀنيولئين؟ ڪَرَها!<br>اَکِيُن مَتي اَکيا، پِرَّ ۾ پيرَ گَناءِ!<br>وَڳَ ڪِ وسَرِياءِ؟ ٻَڌو جِئَن گهاٽي وَهيِن.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاھ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع</td></tr>
<tr><td>اکَ يا اَکو</td><td>ٻاري يا خانو خانا، جيڪي رَڇَ ۾ ٿِينَ<br>"جنهن رَڇَ جو "اکو" ننڍو ٿيندو آهي، اُهو رَڇَ مَڇيءَ جي نَسل جي لاءِ نقصان وارو هوندو آهي. ڇو تہ اُنهيءَ" رَڇ سان سَمنڊ جي جيوت تباھ ٿئي ٿي ۽ پاڻيءَ مَنجهہ گندلائڻ ٿيندي آهي.<br>ننڍين "اکن" وارن رَڇن جي لاءِ مهاڻا احتجاج ڪندا رهندا آهن تہ اُنهن رَڇن تي پابندي هنئين وجي. پر انهن مهاڻن جي دانهن ڪوڪَ تي ڪو ڌيان ڏري نہ ٿو.<br>وڏي "اکَ" واري رَڇَ کي "پَڏرا" رَڇَ چيو ويندو آهي. هنِ رَڇ سان مَڇيءَ جو نسل بَچي ٿو ۽</td></tr>
</table>

| | وڏي مڇي مرندي آهي، هِن رَڃَ سان سمنڊ ۾ گندلائڻ ڪونہ ٿئي... پاڻي ميرو نہ ٿو ٿئي. |
|---|---|
| اونائي | اوڙڪ، پاڙو (ميمڻ جو پاڙو) |
| آگري | اوڙڪ، پاڙو (ميمڻ جو پاڙو) |
| آڙيي | اَڙي |
| اَمبرچي | ڪَتي آمري، اَنبڙي، ڪتي موسمي، ڪتي نارنگي.<br>ڪنهن بہ ڪتي شيءِ جي لاءِ اَمبرچي جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. |
| معمر بزرگ | مَرد ماڻهو |
| اَجڻ | سُرمو هيءُ لفظ ساموندڙيءَ پٽيءَ ۾ رهندڙ ڳچي استعمال ڪندا آهن. |
| آجڻ | سرمو |
| آلوڙو | تازي ويامل (ويامڻ کان پوءِ مينهن جو کِير) |
| آريا | ڊِلو ڳري جَهلڻ، ڇَڏي ڏيڻ (ماهيگير ساموندي پٽي جا استعمال ڪندا آهن.) |
| امبرڪِي | ڪاڻيءَ جو قسم: (هِن ڪاڻيءَ جا ٻہ قسم آهن.<br>ڇمبر ڪاڻي، ڪاري ڪاڻي<br>ڪاري ڪاڻيءَ جو قد ٻن فوٽن تائين ٿئي ٿو. جنهن جي اندر ۾ پڙدو هوندو آهي.<br>حڪيم ٻارن جي قبضيءَ لاءِ "ڪاري ڪاڻيءَ" مان دوا ٺاهيندا آهن. وڏن ماڻهن جي جُلاب جي لاءِ بي ذرِ ريءِ فائديمند آهي. |
| اَمبر | وَلِ جو قسم |
| اَمبر | ڇيٽو<br>سمنڊ جي ڳانءِ (ڳئون) جيڪو ڇيٽو لاهيندي آهي. اُن کي "امبر" چئبو آهي.<br>درياءَ جا ماڻهو هوڙا ۽ ٻيڙيون ڪاهي ڪئين يعني ڪنڌين تي "امبر" جي ڳولا ۾ ويندا آهن. جڏهن اُنهن کي اَمبر هَٿَ ايندو اهي تہ اُهو پسارين وَٽ هزارين روپين ۾ تولي جي حساب سان وڪڻندا آهن. |
| اَچي پيزهي | اَچي ويهو (هيءُ لفظ جَت استعمال ڪندا آهن.) |
| آرَڙَ | دال جو قسم |
| اَرڙَ | نانگ.<br>هيءُ نانگ ماڻهوءَ کي ڳھي ويندو آهي. هن جو قد ٿيهہ پَنجٽيھہ فوٽ ٿئي ٿو.<br>چوڻي، "اڙي...! تون تہ اَرڙَ بلا آهين." |

| | |
|---|---|
| آرڙ | موسم، (خشڪيءَ وار هي لفظ استعمال ڪندا آهن.) |
| اَنڊي مَگر | هن جي شڪل مَڇيءَ جهڙي ٿئي ٿي<br>هن جو قد ٽيهہَ پنجٽيهہَ فوٽ آهي. ويڪر ۾ سَت اَٺَ فوٽ آهي.<br>اَنڊي مَگر ٻچا ڏيندي آهي هن کي سائنس جي حساب سان مڇي نہ سمجهيو ويندو آهي، پر سامونڊي پٽيءَ وارا مهاڻا اَنڊي مگر کي مڇي سڏيندا آهن ۽ هن جي ٻت تي ڇلر نہ هوندا آهن" |
| اَرڙو يا، اَرڙي | بي لزت، مَزو ڇڏي وئي<br>جَڏهن مڇي چڱي طرح سان ناهي پچندي ۽ ڳريل ناهي هوندي تہ اُها مڇي کائڻ ۾ مزو ڏيندي ناهي. تنهن لاءِ سامونڊي ماڻهو اَرڙو يا اَرڙي جو لفظ استعمال ڪندا آهن.<br>هيءَ مڇي" اَرڙو" ٿي وئي آهي. هيءَ مڇي اَرڙي ٿي وئي، کئڻ ۾ مزو ڪين پئي ڏي" |
| آراڙو | ديهہَ نالو (ٺٽي ضلعي جي تعلقو ٻٺورو ۾ آهي.) |
| آلڙَ | وير جو لَهي وڃڻ.<br>"ادا....! وير "آلڙي" وئي. يعني وير لَهي وئي." |
| آلوڙو | ننڊ جو جهوٽو، گهيرٽ.<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪوهياري، داستان پهريون، بيت چوٿون" ❊<br>آلوڙو اَکينِ، آيمِ نِنڊ اَيا ڳَ کي!<br>هاڻي هِنَ ڀنڀورَ ۾، گهارِيان ڪارَڻِ ڪِنِ؟<br>اَڊيون! اوٺيِڙَنِ، هِنئين سان هاجو ڳيو!<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ 1976ع |
| اُتري | پاڻيءَ جو لَهي وَڃڻ، يعني وير جو لَهي وڃڻ.<br>"ادا....! پاڻي "اُتري" ويو." = " وير اُتري وئي، يعني وير آلڙي وئي." |
| آڳيل | هوڙي جو اڳيو حصو |
| آنجون | آءُ (هي لفظ جَت استعمال ڪندا آهن.) |
| آنيارو | پَلي جو قسم<br>آنيارو پَلو ڏيڍ فوٽ کان ٻن فوٽن تائين ڊگهو ٿئي ٿو. سمنڊ ۾ رهڻ وقت مادي پَلي ۾ آني معمولي هوندي آهي. يا ڪِن پَلن ۾ ڪونہ ٿيندي آهي، اُن پَلي جو رنگ ناسي ٿئي ٿو. اُهو بغير آنيءَ وارو پَلو جڏهن سمنڊ کان مِٺي پاڻيءَ ۾ اَچي ٿو تہ اُن مِ آني پيدا ٿئي ٿي، ۽ اُن |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| | جو رنگ بدلجي ڳاڙهو ٿي پوندو آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ پلي جو لڳ مٺي پاڻيءَ ۾ ٿئي ٿو. جتي ان جي آني واڌ ڪائي ٿي. هن وقت سنڌوءَ درياءَ ۾ پاڻيءَ نہ هئڻ سبب پلي جو نسل تباهہ ٿي ويو آهي. |
| آنياري | مڇيءَ<br>تقريبن هَر ماديءَ مڇيءَ ۾ آني ٿيندي آهي ان کي آنياري چئبو آهي. جنهن پلي ۾ آني ٿيندي آهي ان کي آنيارو پلو چئبو آهي" پلو مٺي پاڻي ۾ لڳ لاءِ ايندو آهي. |
| آئنيار | آنَر. گهوٽ جو آئينار |
| ايل. ٻي | ڏوري جو نالو |
| انوَر | آئينار آنر. ڪڇي زبان ۾ گهوٽ جي آئينار کي "اَنور" چون. |
| آپن | ديهہ جو نالو |
| آڏياڙي | درياءَ جو نالو. ديهہ جو نالو<br>ڪانئر درياءَ جي پاسي ۾ "آڏياڙي" درياهہ آهي. آڏياڙي درياءَ ننڍو درياءَ آهي. جيڪو هلندو "ڪانئر دريا" ۾ داخل ٿئي ٿو ءِ ڪانئر درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. |
| آترڪي | تڙ جو نالو. ديهہ جو نالو |
| اُترادي ملاح | ملاحَن جي اوڙهڪ. |
| اُٿلي | واپس |
| اُٿلي ويو | واپس موٽي ويو (هي لفظ حيدري ۽ ريڙهيءَ ڳوٺ وارا استعمال ڪندا آهن.) |
| آمر | آهن. (ريڙهوءَ وارا لفظ استعمال ڪندا آهن. (گهڻا ماڻهو جَهجا ماڻهو) |
| اَڏَ | گس پنڌ تي، چوائي تي |
| اَڏ تَر | تمر جي وڻن جي اوٽ ۾ وڻ جي جاءِ کي اَڏتر چوَن. |
| اَڏا | ڪانيون<br>اوچتو: درياءَ جو نالو: هيءَ درياءَ — اڏيري لعل تعلقو گهوڙا باري" وٽان سنڌو درياءَ مان نڪري ٿو پوءِ ڪيٽي بندر مان ٿيندو عربي سمنڊ ۾ داخل ٿئي ٿو. هوڙي ٻيڙي ۽ لانچ جي اندر ٽين حصي ۾ جيڪو ڪاٺ مضبوطيءَ جي لاءِ لڳايو ويندو آهي. اُن کي اَڏا چئبو آهي. قبر کي ڍڪڻ جي لاءِ "اڏا" رکي اُن جي مٿان توري يا تڏو وڇائي ان جي مٿان مِٽي لاهي پوءِ قبر کي ڍڪيو ويندو آهي. |
| اَڏو | ڪانين جي جاءِ |
| آمنوا | درياءَ جو نالو |

| آمنوا | درياءَ جو نالو |
|---|---|
| آڏو | سُجاڻ، اڳيان<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: ”سُر سريراڳ، داستان ٻيو بيت ڏهون“<br>*<br>آڏو چِڪُڻَ چاڙُ مُنهنجي موجَ نہ سهي مَڪُڙي،<br>ميڙي مَتاينِ جو بيحَدِ چاڙهيمَ بارُ.<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| اوڙاهہ | سمنڊ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: ”سُر گاتو داستان پهرهون، بيت ٻارهون“<br>*<br>اَئِين جا لُڏو لوڏَ، اِيَ پَرِ گهاتوُ تَرَّنِ جي،<br>ڪَنَ ڪَلاچِيءَ ڪوڏَ، سُڪِ نہ سُتا ڪَڏهين.<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| آمن وارو | ٻيٽ جو نالو |
| اونڏار | ٻيٽ جو نالو |
| اوڪرَ | چوپايو مال گاهہَ ڪائي بچائيندو آهي اُن اوڪرَ چئبو آهي. |
| اوڪر، اوڪو | ڏڪيو |
| اولانيو | پار ڪَڏي ڪنهن ڪي معيار ڏيڻ |
| اوراڙو | اوريون پاسو |
| اَلو تَلو | گهر جا ٿانوَ ٽِڪر مال ملڪيت (جنهن ۾ هوڙو ٻيڙيون ۽ لانچون وغيره اچي وڃن ٿيون)<br>انهن کي نقصان رسي يا چوري ٿي وڃن تہ گهر ڏٽي چوندو.<br>”ادا...! منهنجو اَلو تَلو ناس ٿي ويو.“ = ”مونسان پينگ ٿي وئي.“ |
| آڏو تڏو | مال ملڪيت، گهر جا ٿانوَ ٽِڪرَ.<br>وڏو نقصان ٿئي جنهن ۾ ڪابہ شيءِ نہ بچي. آڏو تڏو هي لفظ ابراهيم حيدري ڳوٺ جا ماڻهوءِ اُن جي ڀر پاسي ۾ رهندڙ مهاڻا ۽ ٻين ذاتين وارا بہ آڏو تڏو لفظ استعمال ڪندا آهن. |
| اُتار | ڪاوڙ غصو دَٻ |

| | |
|---|---|
| | "ادا... مون اِهڙي اُٽار چاڙهي مانس وٺي پڳو"<br>اُٽار، جو لفظ سنڌ جي اُتر ۽ وچولي وارن علائقن ۾ هاڪاري ۽ ناڪاري جملن ۾ استعمال ٿئي ٿو.<br>"ادا...! ڇوڪر کي ننڊ مان نہ اُٽار پلي ستو پيو هجي." طالب کي اُٽار تہ ڪمُ ڪري اچي.<br>"اوزبيو...! انهيءَ نياڻي ڇوڪري اٽار سِڄ چوٽ چڙهي ايو آهي." |
| آئي لَٿي | مهاڻيون عورتون هڪ ٻئي کي سڏين |
| اُسل | جوئار جي ختم ٿيڻ کانپوءِ نئون پاڻي سمنڊ جي ويرن ۾ چڙهي اچي، تنهن کي اُسل چئبو آهي.<br>اُسل پوڻ کانپوءِ اڳ ناکئن کي اها اُميد ٿيندي آهي هاڻي مڇي جهجهي مرندي پوءِ هڪٻئي کي چوندا آهن.<br>"ادا... اُسلون پيون ٻاهر (شڪار تي) نڪرنداسين. |
| اُسل | هيءَ لفظ سنڌ جي خشڪيءَ وارن علائقن ۾ ۽ خاص طور تي ٻهراڙين ۾ گهڻو استعمال ٿئي ٿو. جڏهن ڪو ماڻهو يا ڇوڪرو پُسيل يا آلو ڪپڙو پنهنجي جسم مٿان وجهندو آهي تہ کيس چيو ويندو آ.<br>"ادا.. آلو ڪپڙو يا آلو انگوشو مٿان نہ وجهہ اُسل نہ ٿي پوئي يا اوسو نہ ٿي پوئي. |
| آئي يا لي يا لي لَٿيا | عورتون (ڪنهن) مڙد کي سڏين |
| اُهس | ڪاڙهو – سج جي گرمي – روشني |
| اِگڙا | ميهڻن جي (پاڙو) |
| اوڙڪ | آخر ۾ نيٺ (قبيلي جي سُڃاڻپ جي نشاني)<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سُر يمن ڪلياڻ جي پهرين داستان جي بيت اوڙڪ جو لفظ آندو آهي.<br>"سدا آهي سُور جي واڍوڙن وائي،<br>جيڪا اَٽن مَن ۾ سَلن نہ سائي<br>اوڙڪ اُها ئي، ڳولئو ڍِسن ڳالهڙي |
| اوڪ | درياءَ ۾ سمنڊ جو وڏو پاڻي اَچي، اُهو پاڻي سُڪن پَٽن ۽ ڪنڌين کي ٻوڙي ڇڏي، جاني ۽ مالي نقصان ڪري، اُن کي اورڪ چئبو آهي.<br>چون، ادا، سمنڊ جي اورڪ آئي آهي. جيئن 1946ع ۾ اورڪ آئي هئي. 1999ع ۾ اورڪ آئي هئي.<br>انهن ٻنهي اورڪن ۾ ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جو وڏو جاني مالي نقصان ٿيو هو. سون جي تعداد ۾ ماڻهو ٻڏي ۽ مري ويا. اُنهن جا هوڙالانچو ۽ ٻيڙيون بہ سون جي تعداد ۾ |

| | |
|---|---|
| | تباهہ ٿي ويون. جيڪي لڪين روپين جون هيون. ماڻهن جا لاش تيز طوفان ۾ آڏري وجي وٽن جي ٿارين ۾ اٽڪي ۽ ٽُنبجي پيا هئا. ڪي پَري هنڌ تي سمنڊ جي آيل ڪاري پاڻيءَ ۾ ڪري، لَهون جون ڪاج بيٺا. اُنهن جي لاشن ڪي سمنڊ جي ڪاري پاڻي ٻگاري ڇڏيو هو. انهن آيل اورڳن ۾ سنڌ جي ساحلي پٽيءَ جو وڏو نقصان ٿيو. انهن تباهين جو ڪاٿو ڪري نہ ٿو سگهجي. |
| اوريڳ | لوڏ. گهٽائي. گهٽي شيءِ جنهن سان جهجو نقصان ٿئي.<br>(هيءَ لفظ گهڻين معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو.)<br>**گهٽو پاڻي ٻوڙي ڇڏيندو آهي. گهٽي برسات تباهي آڻيندي آهي.**<br>**"يار....! لوڏ وٺي آيو آهين." = "يار....! اوريڳ آندي اٿئي"**<br>هي لفظ "اوريڳ" سنڌ جي وچولي ۽ اُتر وارن علائقن ۾ خاص طور تي ٻهراڙين جا ماڻهو استعمال ڪندا هئا. هينئر گهٽجي ويو آهي. اوريڳ نقصان جي علامت وارو لفظ آهي. |
| آمري | آچار ڪٽاڻ |
| آوڙو | ڏکيو (ڪچي ڳالهائين) |
| اورو | ڏکيو (جَت ڳالهائين) |
| اُڙد | فصل جو قسم آهي. (اُڙد جا ٻہ قسم ٿين ٿا. هي داليون آهن)<br>(1) ڪاري اُڙد = هن جو ٻج ۽ کل ڪاري ٿئي ٿي. هِن ۾ خوشبوءِ ٿيندي آهي.<br>2. سائي اُڙد = هِن جو ٻجُ ۽ کَل سائي رنگ جي آهي. هن مان داليون ٺهنديون آهن. جيڪي ڪاڏي جي ڪم اَچن ٿيون. اُنهن دالين مان نڪرندڙ ٻڏي ۽ ڏاکر ٻئي چوپائي مالَ جي چاري ۾ ڪمَ اَچن ٿيون. |
| اُپڙڻ | مٿي چڙهڻ. مٿي اَچڻ |
| اُپڙي | هيٺ مٿي<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائي هن ٻيڙيءَ جو ذڪر پنهنجي بيت ۾ ڪيو آهي.<br>"دنگي وچ درياءَ، ڪِينَ ٻُڏي ڪِين اُپڙي<br>هوجي وادِي واٽنا، سي سونهڻ سَڀ سَڙيا<br>معلم ماڳ اڳيين، قلنگي مَنجهہ ڦُريا.<br>"ملاح! تنهنجي مَڪڙي، اَچي چور چڙهيا." |
| اُپڙي | جتن جي اوڙڪ<br>جن جتن وٽ ننڍيون ٻيڙيون هونديون آهن انهي کي اُپڙي جت چئبو آهي. |

| | |
|---|---|
| اُلاريان | ناهيان<br>"لِي...! آئون رَڇ اولاريان پئي" = "ادي...! آئون رَڇ ناهيان پئي" |
| اولِيان | ناهيان (هيءَ لفظ ابراهيم حيدري ۽ ريڙهيءَ ۾ گهڻو استعمال ٿئي ٿو.)<br>"لِي! رَڇ اوليان پئي" |
| اَڦيري | وَل جو قسم |
| اَپريشن | وَل جو قسم |
| آناٽي | اوڙڪ. پاڙو (هي ميمڻن جي پاڙو آهي.) |
| آگير | صغير، ننڍڙو ٻار |
| اِن | هن (دبلاملاح ڳالهائين.) |
| اُيري | درياءَ مان ٻاهر نڪري |
| اوڄَ | مٿي<br>"ادا...! باقر اوڄ تي آهي" |
| اوندو | اُن جو (هيءَ لفظ جَتَ استعمال ڪن ٿا.) |
| اورهو | هيڏانهن (جت ڳالهائين)<br>"اَبلَ....! هيڏانهن اَچ." = "اَبُل....! ڪيڏانهن وڃين پيو." |
| اَبل | پيار مان ڪنهن ننڍي ٻارءِ نينگر کي چوَن يا سَڏين. اَبا، اَبلُ |
| آڱرو | تيز |
| آنجو | ڏائو، ڪاٻو |
| اَتور | اوتارو |
| اَڳئين | بہ پهر، مَجهند |
| اُودَ | اُلڪو ڳڻتي، وِرچَ، پريشاني |
| آڙ | رڪاوٽ |
| اَبوئي | اَبو بابا، پيءُ |
| آر | پاٽيءَ جي تِڪ، لاڙو<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: سُر سُهڻي، داستان پنجون، بيت پنجون"<br>❋<br>جيڏانهن چِتَ چاهُ گهڻو آر بہ اوڏانهيِن،<br>وڃي وَہُ واڪا ڪيو تکو تيڏانهيِن،<br>ميهاُر مِلائيِن، لَهرِن مَنجهہ، لَطيفُ چئي. |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| تِڪَ ٻڌڻ | مخصوص ڏينهن<br>سمنڊ جي جوئار يا ڀڳيءَ جا مخصوص ڏينهن آهن. جنهن ۾ مَڇيءَ لاءِ رَڇ ٻڌبو آهي. |
| ٽونئر | سُٽ جو ڇيڙو (گجَ تي عورتون ٽونئر پرينديون آهن.) |
| ٽَلي | جهجها . چار پکي<br>ادا .....! اِها ٽَلي ڪيتري کپائيندين؟ |
| ٽيهاڻ | مينهن جو ٽن سالن وارو ڦُر (مادي) |
| ٽوندا | پاڙو (ڳورائي بلوچ جو پاڙو) |
| ٽِڪن واري | بلوچي اڳونين جو قسم |
| ٽيهس | ٽن سالن جو پاڏو |
| ٿايو | تختو<br>ٿانوَ يا ڪتاب رکڻ جي جاءِ. جنهن کي تختو چوندا آهن. |
| ٿُبي | وهنجي،<br>"اي.. ! تون ٿُبي ڪپڙ بدلائي اچي ويهي" = "اي..! تون وهنجي ڪپڙا بدلائي اچي ويهي" |
| ٿوپو | سيبو<br>"لِي.....! مون جا ڪپڙ ڦاٽي پيا آهن ٿوپو ڏئي ڏي"<br>"ادا...! منهنجا ڪپڙا ڦاٽي پيا آهن سيبو ڏئي ڏي" |
| ٿوپو | ڳِڙهه<br>ڳِڙهه اُٺ کي بغل ۾ ٿيندو آهي. جيڪو گند سان ڀرجي وڏو ٿيندو آهي. لوهه جو سوئو تپائي ڳاڙهو ڪري اُن ڳِڙهه کي ٽبيندا آهن ته اُهو ڳِڙهه ڦاٽِي پوندو آهي. گند ٻاهر نڪري ايندو آهي. جيڪڏهن ڳِڙهه جي بيماري اُٺ کي پوءِ به نه ٿي ڇڏي ته مال وند ماڻهو ڳِڙهه کي چِلي وانگر ڏنپ ڏيندا آهن. پوءِ ٺيڪ ٿي ويندو آهي. |
| ٿِمکا | ٿِواڻو،<br>جتي ٿي روڊ گڏجن. غلام الله ۽ وَر شهر جي وچ تي اسٽاپ آهي. جنهن جو نالو" ٿمکا" آهي. |
| ٿوپ | مال جي ڏهائيءَ وارو ٿانءُ<br>"ادا احمد ! ٿوپ ڪڍي آ. مينهن کي ڏهُي وٺون" |
| ٿيڪڙي | ٻارن جي راند<br>"ادا...! ٻارَ جي ٿيڪڙي ڏس." = "ادا ...! ٻار جي راند ڏس" |
| ٿانگر | دريا جو نالو |
| ٿاپو | ٻارن جي راند. ( نَڪر جو گول ٽڪرو ناهيندا آهن. جنهن کي ٿاپو چيو ويندو آهي.) |

## ٿ

| معنيٰ | لفظ |
|---|---|
| ٿانوَ ( هي لفظ ريڙهيءَ ۾ گهڻو استعمال ٿئي ٿو.)<br>"لِي...! آءَ ٿولا ملڻ پئي وڃان" = "اي...! آءَ ٿانوَ مَلڻ پئي وڃان." | ٿولا |
| درياءَ جو نالو | ٿوڙي |
| اوڙڪ. پاڙو (ميمڻن جو پاڙو) (ٺٽي ضلعي ۾) | ٿوٺا |
| اوڙڪ. پاڙو ( ميمڻن جو پاڙو ) (ٺٽي ضلعي ۾) | ٿيڪري |
| رَڇَ جو قسم<br>هي سانَن جو رڇُ آهي. هِن رَڇَ ۾ پنج يا ڇَهه ماٺهو ڪم ڪندا آهن. | ٿُڪڙي |
| اُپارو يا اُپائڻ | ٿانَڪڻ |
| آجايو بيڪار | ٿَلو |
| ہي ڪي مشڪلات ۾ وَجهڻ. مقابلو ڪرڻ | ٿيپ يا ٿيپُون |
| اوڙڪ. پاڙو | ٿٽيار |
| ڦندي ڏاچي | ٿانگر |
| ٿَهيو | ٿَهو |
| آگُوٺو | ٿوٺيو |
| ٿوٺ | ٿونٺ |
| چوپائي مال ڪي وچڙندڙ بيماري<br>هيءَ بيماري رڍَ ۽ ٻڪريءَ ڪي ٿيندي آهي. اُن ڪي بچاءَ جو ٽڪر اينٽريڪس هنيو ويندو آهي. | ٿڪاڻ |
| پاڙو (مُرگهر بلوچ جو) | ناروائي |
| ڪلئي ڪرڻ وارو<br>(ڳنجهي پتل ۽ ٽامي جا پراڻا ٿانوَ جن ڪي ڪلئي ڪرڻ. مرمت ڪرڻ وارو)<br>"اهو ٿاٺارو آيو آ. ٿانوَ ڪٽي هَلو ڪلئي ڪرايو جُهريل ٿانوَ ٿهرايو." | ٿاٺارو |
| مزا | ٿَٽَ |
| لَپو<br>"ادا..... !ڪوڏار سان مون هِڪڙو ٿَپ هنيو زمين مان پاڻي نڪري پيو." | ٿَپ |
| ڦرڻ. بلور<br>"ادا.....! هاشم ڪي اهڙي چماٽ هيم. جو ٿيري ٿي رهبو."<br>"ادا .....! هاشم ڪي اهڙي چماٽ هنئي جو بلور جيان ڦرندو رهيو." | ٿيري |

## پ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پورَ | خانا (رَڇ ۾ مستطيل يا چورس شڪل جا پورَ ٿيندا آهن.) |
| پَڏرا رَڇَ | وڏن اکنَ وارا رَڇ<br>پرا رَڇَ، مَڇيءَ جي نَسل جو بچاءُ ڪندا آهن. هنِ رَڇَ ۾ وڏي مَڇي مرندي آهي. پَڏرن رڇن سان سمنڊ ۾ گندلاڻ ناهي ٿيندي، ۽ سَمنڊ جي جيوت کي نقصان ناهي ٿيندو. |
| پاڇيل | پوين حصون<br>هوڙي ۽ ٻيڙيءَ جي پوئين حصي کي پاڇيل چئبو آهي. |
| پات | ننڍڙي ٻيڙي |
| پاٽيو | ڪاٺَ جو تختو |
| پاٽي | درياءَ پار پهچائيندڙ<br>جيڪو مهاڻو ٻيڙيءَ جي ذريعي هِڪَ ڪنڌيءَ کان ماڻهن کي ٻي ڪنڌيءَ تي پهچائي اُن کي پاٽي چئبو آهي. |
| پاٽي | ڳوٺ جو نالو آهي.<br>ديهه ميران واڙي، تپو ٻاڀيو تعلقي کارو ڇاڻ ۾ هوشو پاٽي جو ڳوٺ آهي. |
| پِٿون<br>يا<br>پاپليٽ | مَڇيءَ جو قسم، هنِ مڇيءَ جا ٻه قسم ٿين ٿا.<br>1. ڪارو پاپليٽ. (جنهن کي ڪارو پِٿون چئبو آهي.)<br>2. اَڇو پاپليٽ. (ڪاري پاپليٽ کان اڇو پاپليٽ کائڻ ۾ وڌيڪ سواد وارو آهي.) |
| پائک | رَڇ لاهڻ |
| پِنٽي | ٻيٽ جو نالو |
| پَڇاڙ | ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو |
| پاڻ | پٿر<br>ابراهيم حيدري ۽ ريڙهيءَ جا ماڻهو پٿر کي "پاڻ" چوَن. |
| پاڏا | اوڙڪ. ميمڻن جو پاڙو (ٺٽي ضلعي ۾ آهي) |
| پُساڻ | درياءَ ۾ خلاصن کي پهريل ڪپڙا اُنهن کي پُساڻ چئبو آهي.<br>خلاصي جنهن وقت درياءَ تي مَڇيءَ جو سڪار ڳرڻ ويندا آهن. اُن وقت انهن کي جيڪي پهريل ڪپڙا هوندا آهن. انهن کي لباس چئبو آهي. پاتل ڪپڙن کي پُساڻ چئبو آهي. |

| پوپري | مَڇيءَ جو نالو (هيءَ ننڍي مَڇي آهي. هن جو قد اَڌ انچ ٿئي ٿو.) |
| --- | --- |
| پوپري | عورت جو نالو |
| پپولو | پلاسٽڪ جو ڊَرم |
| پيالا | اُوپر طرف. |
| پيال | اوپر طرف. ( هيءَ لفظ جت اوپر طرف جي لاءِ استعمال ڪندا آهن.) |
| پيرڻ | پکيءَ جو نالو |
| پائلو | ڪارخانو |
| پرَوڙي | پکيءَ جو قسم |
| پونس | پکيءَ جو قسم |
| پرولي | پکيءَ جو قسم |
| پونچاري | ديهہ جو نالو |
| پَٽاڙي | ساني جو قسم<br>هنِ ساني کي ڪارو تائيگر بہ چوندا آهن. هنِ جي بُت تي ڇلرَ سخت هوندو آهي. جنهن مَٿان چٽ هوندا آهن.<br>هنِ ساني جو قد پنج کان سَت اِنچ ٿئي ٿو. |
| پَٽاس | ساني جو قسم<br>هنِ جو رنگ تورو اَڇو ءِ ڳاڙهو آهي هنِ جو قد ٽِن انچن کان پنجن انچن تائين ٿئي ٿو. |
| پَڌَڻ | مَڇيءَ جو قسم<br>هن جو ٽي يا چار انچ قدم هوندو آهي. |
| پَنبلو | مَڇيءَ جو قسم |
| پَٽَ | پاٽيا، ڪاٺيون، ڪاٺ جو تختو |
| پَٽَ | موڪلڻ |
| پاتار | ڏَسُ، جاچ |
| پينسرو | اوپر طرف |
| پيڊي | ڪاٺ جي صَندلي |
| پات لانگارو | جيت جو قسم |
| پورائي ويو | ڊوڙائي، پڃائي ويو. (ريڙهي ۾ هيءَ لفظ تيز رفتار گاڏيءَ جي لاءِ استعمال ٿئي ٿو.) |

| | |
|---|---|
| پڙش | تڏو |
| پاش | تڏو |
| پاڻلو | وڏي مُنهن وارو ٿانءُ<br>رڌ پچاءُ وارو ٿانءُ<br>پپولو, بوتل, شيشو |
| پَرت | سائو گاهہ |
| پواڙي | سائو گاهہ |
| پاڙ | سائو گاهہ |
| پَراڙي | پرئين پاسي<br>"احمد ناکئو درياءَ جي "پَراڙي" پاسي رهي ٿو." |
| پالائڻ | بيهارڻ (پيڙيءَ کي بيهارڻ) |
| پَواڏ | پوک<br>"ابا...! اَنَ جي پَواڏ ناهي ميڙ" |
| پِري | پيهي يا پُچندي |
| پيالي | کوپ |
| پَهري وڃڻ | هوڙاڪاهي وڃڻ, پهرائي وڃڻ |
| پُچ | پُچڻ |
| پاٻوهي | خوشي, مُرڪي |
| پيئڻ | وَدڻ<br>"اي ڇوڪري....!پلو پيئي آ." |
| پَهڻ | پاڻ (هي لفظ ريڙهيءَ وارا ماڻهو استعمال ڪندا آهن.) |
| پوشيدو | صاف سُٿرو خفيہ لڪيل |
| پاڙوَيا | لاڏائو (ريڙهيءَ ۾ پاڙوَيا هڪ پاڙو آهي.) |
| پارينديس | پالينديس |
| پارايو | نياپو |
| پاريڙي | اوڙڪ, پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| پوک | درياءَ يا سمند جي پاڻيءَ ۾ رَچَ جي "پوک" ڪئي ويندي آهي. رَچَ پوکي ڇڏبو آهي. زمين |

| | |
|---|---|
| | آباد ڪرڻ ڪي بہ پوک سڏبو آهي. |
| پٽيچ | تڏو جيڪو پَن يا پکَرن جو ٺهيل هُجي. |
| پوسَل | گپ، گھميل |
| پاروٿو | اوبارو بَچيل |
| پُچ | ڪپڙا<br>"اي ابا...! مِکي پُچ وٺي ڏي تہ ميلي تي وڃان"<br>"بابا....! مون کي ڪپڙا وٺي ڏي تہ ميلي تہ وڃان" |
| پاٽڻي | اوڙڪ، پاڙو ( مهاڻن جو پاڙو) |
| پاٽڻي | ملاح. |
| پٽيلو | ديگڙي (هي لفظ ريڙهيءَ ۾ استعمال ٿئي ٿو.) |
| پاٽڻي | پاٽ کي هلائڻ وارو ٻيڙيءَ کي هلائڻ وارو (ملاحن جي اوڙڪ)<br>"پاٽڻي ملاحن جو پاڙو آهي" = "پاٽڻي ڳوٺ جو نالو بہ آهي." |
| پاهوڙو | ناتاري |
| پَن | گھٽي مَڇي<br>مهاڻا جڏهن درياءَ ۾ "پَن" ڏسندا آهن تہ رَڇَ کي اُڇلائي، هوڙو گھمائي مَڇيءَ کي چوڦير ڦري ويندا آهن. |
| پاليرا | مُڇيءَ جو نالو |
| پٿون | مڇيءَ جو قسم |
| پَلو | مَڇيءَ جو قسم |
| پُمبا | مڇيءَ جو قسم |
| پُڇاريون | مڇيءَ جو قسم |
| پتڙيو | ماٺهوءَ جو نالو |
| پٽيل | ڳوٺ جو نالو |
| پونجاري | ڳوٺ جو نالو |
| پَنيار | اوڙڪ، پاڙو |
| پَمنبي مگرو | مڇيءَ جو قسم (هنِ مڇيءَ جو ڏيڊفوٽ ٿئي ٿو ويڪر ۾ اڌ فوٽ آهي.) |
| پلياڻ | درياءَ جو نالو: (هيءُ درياءَ ڪانئر درياءَمان نڪري ٿو) |

| | |
|---|---|
| پَٽاس | مڇيءَ جو نالو |
| پيٽياٽي | درياءَ جو نالو<br>پٽياٽي درياءَ مان ھَل درياءَ نڪري ٿو. جيڪو اڳتي هلندو "ڏرڙ" درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. ھَل درياءَ بيو بہ آهي جيڪو ٺِڪي ڳوٺ کان عربي سَمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. پٽياٽي درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. جنهن هنڌ تي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو اُن جاءِ کي پٽياٽي نَر چئبو آهي. |
| پاتار | درياءَ جو نالو آهي.<br>هيءَ درياءَ ڪاهي درياءَ مان نڪري ٿو ۽ ڪانٽو درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. |
| پاريڙي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| پَخار (پکار) | درياءَ جو نالو |
| پٽي | درياءَ جو نالو |
| پيتي وارو | درياءَ جو نالو |
| پاڏالو | درياءَ جو نالو |
| پَنَڙيا | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| پکڙيا | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| پيٽي | وڏي، ڇيري،<br>"اي فاطمي....! مڇي پيٽي اٿئي" |
| پيند | رَسي جو ٽڪرو<br>جيڪو خاص ڪري مينهن جي پير ۾ هڻندا آهن. ان کي پيند چئبو آهي. |
| پَس | ڏِسُ (جت ڳالهائين)<br>"ادا ...! ويڪ پَس تہ اِهو هُڙو ڪيجو هَزَ"<br>"ادا...! ان کي ڏس تہ اهو هوڙو ڪنهن جو آهي." |
| پيس | موڪلڻ (جت ڳالهائين)<br>"ادا ... ! ويڪ ماسون پيس" = "ادا....! اِن کي مون ڏانهن موڪل" |
| پاڏاريائين | ظاهر ڪيائين، پڌرو ڪيائين |
| پُرجَڻ | هَلڻ، ناسمجهہ<br>"ادا..! تون پُرجَڻ سِکيو ئي ناهين" = "ادا....! تون هَلڻ سِکيو ئي ناهين" |

| | |
|---|---|
| پَناڻ | سِڌو ڏئاڻ. اهو ڪاٺ جيڪو لانچ ۾ هوڙي جو بنياد آهي. جنهن تي لانچ يا هوڙو ناهيو ويندو آهي. اُن کي پَناڻ وارو هوڙو چئبو آهي. جيڪي هوڙاپناڻ (سڌي ڪاٺي) تي ٺهيل هوندا آهن. اُهي اونهي پاڻيءَ ۾ تيز ترندا آهن. |
| پوريون | ڪاهيون (جاتي تعلقي ۾ هي لفظ استعمال ٿئي ٿو) |
| پوريون | سارين جو ڊِڳ "حاڪم....! لاباري جون پوريون وڏيون رکجان" |
| پَل | سوڪ "چورا . . .! پَل ڀڏي اچ ملڪ پري چٽ ڪندو." |
| پوسَل | گِهمَر |
| پاڳا | پاوا ڪٽ جا |
| پِتو | مَرض، خراب مرض "ادا....! مينهن کي پِتو ٿي ويو آ" = "هن مينهن کي مَرض لڳي ويو آ." جڏهن مينهن کي پِتو مَرض لڳندو آهي ته هُن کي ڳَنَ وَٽ ڏنب ڏنو ويندو آهي. |
| پيچڻ | پَرڻ، چاٽو (جتڪي لفظ) |
| پايا | پاوا (جاتيءَ جا جت استعمال ڪن (پايا) |
| پاٿِلو | چِڪلو |
| پارو | چاڏي |
| پَٽ | اڻ وياپل ٻڪري (ڇهن سٽن مهينن جي ٻڪري) |
| پاساڙي | پاسري (جتڪي لفظ) |
| پُٽُ | ڳُنيءَ جو ڍِڪ "اي خيران...! ڳُنيءَ جو ڍَڪُ پت وڌيون" |
| پوئيار | پويون |
| پخار | درياءَ جو نالو |
| پرونڻ | پارت (هي لفظ جاتيءَ ۾ ڳالهايو وڃي ٿو.) |
| پائا | ڏوئي ! "اي...! پائا ڪٿي اَڇُ" = "اي...! ڏوئي ڪٿي اَڇَ" |

| | |
|---|---|
| پَش | بولي رَڇَ ۾ ڳجي رَڇ کي پويان لڳائي ويندي آهي |
| پَل | منڊيٽڙو تعلقي جاتيءَ ۾ هي لفظ استعمال ٿئي ٿو |
| پوراڙو | پکيءَ جو قسم |
| پيڻ | پکيءَ جو قسم<br>هن جي ڇُهنب ڪُنبيدار ٿيندي آهي اهو ڪنبو ماڻهوءَ کي لڳي ته اهو مري ويندو آهي. |
| پَڪوپرٽ | هَٽ جو پرٽ آهي. (هن کي مُڪوپرٽ چئبو آهي.)<br>آڏي ڳيچيءَ وارا چولا, ٻه ڳچيءَ وارو چولا, جنهن کي "بندٽن وارو" چولو چئبو آهي. هنن ٻنهيَ چولن ۾ اڳيان ڪيسو به ٿيندو آهي چالڪو پار نوهڙيو ڦُلاٽي, عالماٽي اُنهن ذاتين واريون عورتون اهڙا چولا پائين ٿيون. هي پرت ڏوٺڻ ۾ خراب نه ٿيندو آهي نه ئي ڦٽندو آهي. |
| پُرٽي | اٽي چاڻڻ وارو پُروڻ |
| پڏي | پکيءَ جو قسم (مادي) (هي پکي ڪارو ۽ اڇي رنگ جو آهي.) |
| پر پر | ٽِٽ نه ڏي |
| پِني | ڇِتي,<br>ڪنهن بيمار ماڻهوءَ جي مٽي تي تارون واري هنڌ تان و ر ڪوڙي پني رکندا آهن.<br>[1] بيدي جي هيدي زردي ٿانوَ ۾ رکي ان ۾ اٽو ۽ گيهه ملائيندا آهن ته پني ٺهي ويندي آهي.<br>[2] ڪانديري جي پاڙ ڪُٽي اُن سان ميٽ ملائبو ته پِني ٺهي ويندي آهي ۽ ڪي وري ڪانديري جي پاڙ ڪُٽي اُن ۾ ديسي گيهه ۽ اٽو ملائيندا آهن ته پِني ٺهي ويندي آهي. اُها بيمار ماڻهوءَ جي مٽي تي رکندا آهن. |
| پڏو | نَر پکي |
| پاري | جنهن ۾ لَسي ولوڙجي |
| پَٽَ | سُٽ جو قسم<br>"اي لِي...! مون وٽ پَٽ آهي توکي پَرت پري ڏيان" |
| پَلي | جنهن ۾ اَنَ رکبو آهي |
| پَترڪر | ٺاهي رک, سرخي ڪر |
| پَتاڙ | اڳٽَ |
| پاڙهي | جنهن سان اَن ڪٽبو آهي. |
| پراڙ | ڪَرو اَن جو ڪرو |

| | |
|---|---|
| پالي | سانڊي |
| پاڙ | گاهہ جو قسم _ هن جو قد ست آٺ فوٽ ٿئي ٿو |
| پڇندڙي | ٽانون رکڻ جاءِ |
| پَڇندي | ڇَڄُ<br>"اي لِي...! مِکي پَڇندي ڏي" = "اي ادي..! مون کي ڇَڄُ ڏي" |
| پُسوري | اصليت، عادت |
| پَٽُل | ننيڙي صَندلي، (هي لفظ جاتي تعلقي ۾ استعمال ٿئي ٿو.)<br>"اِها پَٽل ڏي تہ آءُ ويهي ماني پُچايان" |
| پوچاري | وِچين، سَچ لهڻ جي مهل |
| پِنَڙ | بلا (هن جي شڪل ڳاڙهي ۽ ناسي ۽ پُڇ ۾ ڪنڊو آهي. جنهن سان ماڻهو مري بہ سگهي ٿو.) |
| پالار | وڻ جا ڏار، پَنَ ۽ ٽاريون<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي سُر ديسي داستان ٽيون بيت چوٿون"<br>*<br>"جُهوڙا جِن جُهلن ۾، هِيري لَکَ هَزارَ<br>لَڳا واٽَ وٽِن جا، پُنهونءَ کي پالار،<br>آن ڪي ويندا گَڏِيا، اَهڙِيءَ سِٽَ سُوارَ؟<br>لَنگهي ڪالَهہ قطار، توُن، آئي ! اَڄُ نهاريائين!"<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| پَريِٽن | ڏوبي<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي" سُر ديسي، داستان چوٿون، بيت ڇهون"<br>*<br>ٻانيڻ ٻيٽي آهِيان، پَريِٽَنِ پاليااسِ<br>حُسنَ هوتَ پُنهونءَ جي ماري موت وِڌياسِ<br>جانڪيِيتان جِيندِياسِ، پُوندِيسِ وَرِ وِصالَ جي.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| پوئنڙي | پهريون پُٽ، پهريون ٻار |

| | |
|---|---|
| پورَ | ٽڙو مٿاهين جاءِ، گهر جو اڱڻ |
| پروڻ | سوراخ |
| پاروائي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| پوياڻي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| پرتوساڻي | پاڙو (گبول بلوچ جو پاڙو) |
| پجاڻي | پاڙو ( ٻوا بلوچن جو پاڙو) |
| پچاڻي | پاڙو ( مرگهر بلوچ جو پاڙو) |
| پيروزاڻي | پاڙو ( رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| پَرن | پارت ڪرڻ<br>"ادا.... مون احمد ناڪئي کي تنهنجي پرنَ ڪري ڇڏي آهي." |
| پانور | ننيڙو ڇيلو |
| پنار | ٻڪرار |
| پيئي | وڏي، ڇيري،<br>"اي لِي...! مڇي پيئي اٽئي" = "اي لِي..! مڇي ڇيري اٽئي" |
| پاربياڻي | پاڙو ڳورئي بلوچ جو |
| پٽولا | پٽ وارو ڪپڙو<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي " سُر ماروي، داستان ٽيون، بيت ڀهرين"<br>"پٽولا پَنهوَ هارِيون، مؤر نه مٿي ڪَنِ،<br>جُه لاڪَ رتائون لوئِيُون، تہ سالُنئِان سونهنَ،<br>اُنَ يلا اڇنئون آگِري، بَخمَل با فتنِ،"<br>سَڪَرَ ياڻِيان، سُوُمِرا! ڪَٿي ڪان کُهنبَنِ،<br>جا ڏِنيِمِ ڏاڏاٽَنَ، سا لاهيندي لَجَ مَران.<br>※ ڪليات آڏواڻي، شاهه جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| پٽوڙي | گنديءَ جو قسم ( هيءَ پَٽَ واري گندي آهي. ساموندي پٽيءَ ۾ بلوچ عورتون اوڍين.) |
| پَر | ڏاريو<br>"ادا ...! پَر ماٺهون پنهنجي گهر منجهه نہ ويهار"<br>"ادا...! ڏاريو ماٺهون پنهنجي گهر ۾ نہ ويهار" |
| پَر | رسم |

| | |
|---|---|
| | "ادا... . هيءَ پنهنجي پَر ئي ڪونهي اِي توڪو ڪيو." <br> "ادا..... هي پنهنجي رسم ئي ڪونهي ائينءَ تو ڇو ڪيو." |
| پَر | عادت |
| پَرتو | سَنڀال، خيال رکجو. <br> " هي مهمان آن کي پرتو." = "هي مهمان جي اوهان سنڀال رکجو" |
| پَرتو | پَرچڻ، راضي ٿيڻ <br> "سائين شفيع تون اڪبر ڏانهن وڃين سو تونسان پرتو" |
| پانکي | پاڻ کي |
| پَتاڙ | اڳٿ، اڳاٿ <br> " اي گلشير سُتڻ ۾ پَتاڙ وجهہُ اي " = "اي گلشير سُتڻ ۾ اڳٿ وجهہُ" |
| پوُت | سنهڙا مٽيا <br> " اي شاني.... ! پُوت ڏي تہ ڳنڍلو ناهيان." <br> "اي شاني.... ! سنهڙا ميٽا ڏي تہ هار ناهيان." |
| پَتريلو | ننڊي سوَڙ <br> " ادا.... ڪٽ تي پتريلو وڇائي تہ نجيب ننڊ ڪري" <br> "ادا.....ڪٽ تي ننڊي سوَڙ (پتراٽي) وڇاءِ تہ نجيب ننڊ ڪري" |
| پلي | پُنُ جي ڇَتِرن ڳُندي <br> " پَلي ناهِ تہ ساريون وجهون " |
| پَليو | روڪيو جهليو <br> "ادا .... عبدالله تنهنجو پُٽ پَليو توڪان نہ ٿو ٿئي." |
| پَکي جي رات | مينديءَ جي رات، ۽ شاديءَ جي رات |
| پَکو | جاءِ (هيءَ رسم سامونڊي پٽيءَ ۾ رهندڙ بلوچن ۾ اڄ بہ آهي.) <br> اُها جاءِ جتي گهوٽ ۽ ڪنوار جي شادي ٿئي. هيءَ پکو صرف سَتن ڏينهن جي لاءِ ناهيو ويندو آهي. ڪنوار جي گهر بانهران ڪنوارتيون پکو اڏيندیون آهن. جتي گهوٽ ۽ ڪنوار جون رسمون ادا ڪيون وينديون آهن. ڪنوار کي پنهنجي اصلي گهر مان آڻي اُن پکي ۾ ويهاري لائون ڏنيون وينديون آهن.ڪنوار ۽ گهوٽن کي اُن ناهيل پکي ۾ ستن ڏينهن تائين رهڻو پوندو آهي. اُنهن کي ماني ڪنواريتا کارائيندا آهن. |

| | |
|---|---|
| پَراڙ | سارين جي گاهہ کي پراڙ چئبو آهي<br>" درياءَ خان مينهن کي پراڙ ڏي " ۽ اُترين علائقن ۾ " پلال " چئبو آهي. " |
| پاٽَ | ٽِڪر جو ٿانءُ |
| پيهون | اڌ ڪچيون ۽ اڌ پڪيون ساريون<br>اڌ ڪچين ۽ اڌ پڪين سارين کي ڪُٽي چانورن ۾ گهہ، کنڊ، ڦوٽو وجهي اُن کي تيار ڪري چڙيون. اُن کي "پيهون" چئبو آهي. |
| پَٽرتو | گلابي رنگ (بلوچ ڳالهائين) |
| پيند | رَسو |
| پُٽِ | ڍڪڻ |
| پيهو | ڪاٺ کوڙي چانوَ ڪرڻ جي لاءِ اُن جي مٿان ڪک پَنَ وجهي پيهو ٺاهبو آهي |
| پِرَ | پرين، سَجڻ<br>"اي قاصد.....! منهنجي پرينءَ کي سلام چئجاءِ. "<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي.<br>" نيل سلاَمن سَجڻن، لکَ سلامن لوءِ<br>پهرين چئج پِرَ کي پَرکي چئج پوءِ<br>ساجن سانگ سندوءِ، اچي مان اوراهوڪين. |
| پلَهہ | رسو<br>هيءُ رسو ڦڙهن مان ٺهندو آهي جيڪو جَڙ (ڪچو) وهَٺ لاءِ هوندو آهي. جڏهن چڙهيءَ لائق ٿيندو آهي تہ اُن کي ۾ پلَهہ ڏيندا آهن. ۽ پشم وارو جَڙ جي ٽَڪ کي وڏيندي آهي. تنهن ڪري اُنين وارا بلوچ پلهہ پاڻ ٺاهيندا آهن. |
| پالجِي | چَڙهي<br>"ادا...! ناڪُئي محمد جو هوڙو پالجِي ويو" = "ادا...! ناڪُئي محمد جو هوڙو سُڪيءَ تي چڙهي ويو" |
| پڇاڙي | رَسو هي رسو ڦڙهن مان ٺاهيو ويندو آهي. هي بہ رسي جو قسم جو آهي. |
| پُري | هَلڻ |
| پُوي | خاندان، پشت |
| پهَس | پهچڻ، جلدي اَچڻ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: سُر راڻو داستان ڇهون، بيت ائون"<br>❋ |

| | |
|---|---|
| | جي نئيو تان ڪوهُ، وِڪين آهي وِترو<br>وَجئو ڪاڪِ ڪَنڌِين ۾، پَهَس پَکيءَ جئن پوءِ<br>اِنَ ڪُڙهِ سَندو ڪوءِ، مَيو مانو نہ ٿئي.<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| پَراڙ | پرئين پر، هُن پاسي، اي پاسي<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت "سُر سهڻي، داستان ڇهون، بيت پندرهون"<br>※<br>"نہ اوراڙ پَرَاڙ ويچارِي وَهَ وِچ ۾<br>سُڪيءَ ڏَنيءَ سُپرين، ٻئو مڙوئي تارِ<br>گهڙُ تون، ڪيم نهارِ ٻُڏَنِ سِين ٻاجَهُون ڪري.<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| پِر ڪار | ڍنگ، طريقو، لڇڻ<br>"ادا...! پريل جا پِرڪار اهڙا آهن جو سيڻي کي خوار ڪندو" |
| پوتڙي | مٿي تي رکيل ڪپڙو، توال |
| پگ | پٽڪو |
| پيوند | ڳانڍاپو ويجهڙائي<br>"اي شاني....! تو کي سُڌ آهي حاجراه وارن سان پراڻو پيوند آهي" |
| پوچون | ٻانهن جو زيور<br>هيءَ زيور بلوچي عورتون ۽ ڪنواريون ڇوڪريون بہ پائينديون آهن. چاندي يا سون جو زيور هوندو آهي. |

| ج | |
|---|---|
| لفظ | معني |
| جَر | پاڻي<br>شاهه عبداللطيف جو بيت آهي: ”سُر سريراڳ، داستان ٽيون بيت ارڙهون“<br>”جَرَ ۾ ڦوڻو جيئَن، لَهريُون لَڳندي آدَ ٽِئي<br>ٺُون پُڻ آهِين تِيئَن، دُنياَ ۾ ڪوڙِينهَرَوَ.“<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح. شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| جوئار | پاڻيءَ جو مٿي چڙهڻ |
| جُري | گيچر، گپ |
| جَبرو | جوان |
| جال | زال |
| جواڻ | جوان |
| جَبلي | اوڙڪ . پاڙو،   (ميمڻن جو پاڙو) |
| جزيرو | ڪِنٽي، ڪِنارو ڪنڌي |
| جوپ | پهلوان، مضبوط<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: ”سُر سريراڳ، داستان ٻيو بيت ، ڇهون“<br>ساري رات سُبحان، سودو ڪَن صاحبَ سين،<br>ٻانهپَ ٻري ٻيڙيون، هَليا جوپَ جُوانَ،<br>پاڻِي پَهلوانَ، لَحظي منجهه لَنگهِي ويا.<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبه اسحاقيه، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| جَري جَري | هرَ هرَ، بار بار   (هيءَ لفظ ابراهيم حيدري ۽ ريڙهيءَ وارا استعمال ڪندا آهن.) |
| جور | زور |
| جُور سان | زور سان |
| جارَ ڪَر | ياد ڪَر |
| جُلم | ظلم |
| جَتائي | ٻڌائي |

| جتائڻ | ٻڌائڻ ("ز" ظ. "ذ" جي جاءِ "ج" جو اُوچار ريڙهيءَ جا مهاڻا ڪندا آهن.) |
|---|---|
| جوڳيئڙا | ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو |
| جَري | ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو |
| جَبرو | طاقت وارو زَبرو |
| جُٽ | تعدي |
| جادو | ديهہ جو نالو |
| جوهَر | ديهہ جو نالو |
| جلدائي | جلدي<br>"ادا...! تون جلدائي ۾ ڪم نہ ڪر" = "ادا...! تون جلدي ڪم نہ ڪر" |
| جيزو | جهڙو (جَت ڳالهائين)<br>" تو جيزو سُنو آزمي هزَرون. " = " تو جهڙو سُنو ماڻهون هو. " |
| جوڀَن | جواني<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سامونڊي, داستان پهريون, بيت پنجون"<br>*<br>سِيئي جوڀَنَ ڏِينهنَ جڏهن سَجَڻَ سفرَ هَليا!<br>رُئان, رَهَنَ نہ سُپرين, آيَل! ڳِريان ڪِيئن؟<br>مون کي چاڙهي چِيئَن, ويو وَڻجارو اوهِري!<br>* ڪلياڻ آڏواڻي, شاهہ جو رسالو, ڪراچي 2, مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ, 1976ع |
| جوبو جو چاڻ | درياءَ جو نالو |
| جيرا | اوڙڪ, پاڙو (ملاحن جو ماڙو) |
| جَنبي وارو | درياءَ جو نالو |
| جيئنداڻي | اوڙڪ, پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| جُماڻي | اوڙڪ, پاڙو (جتن جو پاڙُ) |
| جعفرياڻي | اوڙڪ, پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| جِگهان | جيئڻ (جت ڳالهائين) |
| جَرا | ذرا<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي وائي " سُر حَسيني , داستان چوٿون "<br>"هوت! هوت! هوتا!<br>ڏِينديِسِ ماهُ مِرُن کي, آئون جَرا جِيءُ ڳَري" شاهہ |

| | |
|---|---|
| جَرڻَ | ڪپڙن (جت ڳالهائين) |
| جائو | جيت جو قسم<br>هن جو جيت جو قد چار کان پنج يا ڇهہ انچ جو ٿيندو آهي.<br>هي جيت چوپائي مال جي پيٽ ۾ پيدا ٿيندو آهي. غلط پاڻيءَ جي ڪري، يا گهٽي پاڻيءَ ۾ بيٺل گاهہ کائڻ جي ڪري مال کي هيءَ بيماري لڳندي آهي. |
| جوهري | پاجاري (جتڪي لفظ) |
| جگر | جيرو (جتڪي لفظ) |
| جمون | جمع، شڪر وارو (جتڪي لفظ) |
| جوئار جو جُهرڻ | درياءَ ۾ پاڻي گهٽ اَچڻ |
| جندگي | زندگي |
| جوئارجو جَهرڻ | درياءَ ۾ پاڻيءَ جو گهٽ اَچڻ |
| جَلي | ڪاوڙ<br>ادا.... ! هي جَلي پيو.<br>ادا ....! هي ڪاوڙ کائي پيو. |
| جَهڻ | لَسي،<br>ادا ... مائي ياڳي وُٽ جهڻ آهي. اُن کان وٺي آ |
| جيڏل | هِڪَ جيڏي. بہ عورتون هڪبئي سان پيار منجهان جيڏل چئي ڳالهائينديون آهن<br>جيڏل ! هلي آ تہ هلو پاڻيءَ تي. |
| جاٽون | زمين جي کيڙي جو ماپو |
| جاٽون | راند<br>ٻار ڪٽن يا پٿرن سان راند ڪندا آهن. |
| جاٽون | درياءَ جو نالو<br>هيءَ درياءَ سير ڪريڪ مان نڪري ٿو. بہ ٿي وَرڪائي وري سمنڊ ۾ داخل ٿئي. جاٽون واري ڪُني جين ڪنڌي<br>" جا جر جاٽون نہ ڏي ڏيئا نہ موهي سو ڪوه ڪري، سڏون پنهنجي ڪامل کي" |
| جُلو | ڪُني ڪرڻ |
| جوڀي | ٺاهي، جوڙي |

| | |
|---|---|
| جَباب | جواب، انڪار<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ءَ جو بيت آهي، "سُر ڪلياڻ، داستان ٽيون، بيت چوٿون"<br>"رَڳون ٽيون رَبابُ، وَڄن ويلَ سَيَڪڙين،<br>لُڄڻُ، ڪُڄڻُ نہ نِئو جانبُ ري جَبابُ،<br>سوئي سَندَ پِندمِ سُپرين، ڪَيسِ جَنہُ ڪَبابُ،<br>سوئي عين عذابُ، سوئي راحَتَ روُحَ جي !."<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| جيڪس | شايد، جيڪڏهن، جڏهن،<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي "سُر سامونڊي، داستان پهريون، بيت چوڏهون"<br>※<br>جيڪُسِي نَبرنيهُن سَندوم، جئن مون پيني هُن ٽيليو،<br>سعيو سامُونڊيُن سين، اَڳهين تان نہ ڪيوم،<br>وِڃهڻ مَنجِهہ هُئوس، پاڻ وراڪي رَسِ سين.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| جَڳ | گهڻا ورهيہ، گهڻا سال، جڳهو وقت<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت "سُر سامونڊي، داستان پهريون، بيت ستون"<br>※<br>وِيا اوهِري اوءِ، مونکي ڇڏي ماڳهين،<br>"جڳن جا جُڳ ٿا ٿئان نہ موٽيو ڪو"<br>گوُندَرُ مارينديوءِ، ويچاريءَ وِيَن جو.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| جاڙ | ناحق، بي واجبي |
| جماري | اوڙڪ، پاڙو (ڪلمتي بلوچن جو پاڙو) |
| جَرڻ | ڪپڙا |
| جانوري | اوڙڪ، پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| جاڪي | مضبوط |

| | |
|---|---|
| | "ابا...! هنِ کي جاکي ٻڌجانءِ" = "ابا ...! هن کي مضبوط ٻڌجانءِ. |
| جوڳياڻي | پاڙو (ڳبول بلوچ جو)<br>"جيجان جوڳياڻي ٽيان مونکي جَمل نہ پاءِ" شاه |
| جِمَر | جي نہ<br>شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي وائي آهي "سر سري راڳ. داستان چوٿون. وائي"<br>"جِيَڙُ جالَ نِبهي، سُٽج اِيَ سَنيارَ<br>جِمَر وسارِين، ويسِرا ! ڀِتين جي ڀُلڪار"<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاه جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| جوٽي | چُغلي<br>" اِهو تنهنجي مُنهن تي ڪونہ پيو جو تون مون تي جوٽي ڪئين. "<br>"اهو تنهنجي منهن تي ڪونہ پيو، جو تون مون تي چغلي هنئين. " |
| جا | جيڪا<br>" جا ڳالهہ مون توکي چئي سا وسري وئي." |
| جوهو | ڪکر اَچي ٿوري دائري ۾ وسي هليو ويو. اُن کي ساموندي پٽيءَ وارو جوهو چُون. |
| جاٺون | پيٽا ڏيڻ |
| جوڙي | ڪفن (بلوچ استعمال آهن) |
| جَبات | خوشبوءِ (اُها خوشبوءِ جا هَرڻ جي دُنَ مان ڪڍي وئي هجي)<br>شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت، سُر سُسئي ۾ آهي<br>" آئي بوءِ ڀنڀور کي سُر هي مَنجهان ساٿَ،<br>بيٺا بازارين ۾، لاهي جَت جَبات،<br>"سنديءَ هوت حَمات، ڪيچ پهتو قافلو"<br>ڳوٺ احمد خان مرگهر بلوچ 09/ 9/ 26 ڪچهريءَ ۾ راقم کي پيراڻو خان مرگهر ۽ باقر خان، مَروا بلوچ ٻئي لطيف جا پارکو آهن. انهن "جَباتَ" لفظ جي هن طرح وضاحت ڪئي ڀنڀور شهر ۾ ڪيچ مڪران کان قافلا ايندا رهندا هئا. جيڪي ڪٿوري ڪٽي ايندا هئا ۽ ڀنڀور بندر گاه تي اَنَ جو واپار ڪندا هئا. جڏهن پنهون پاڻ ساٿين سان ڀنڀور ۾ آيو تہ، شهر جي ٻاهران تنبو لڳايو ۽ بدن کي "جبات" لڳايائين تہ سڄو ڀنڀور واسجي ويو. |
| جانياڻي | پاڙو اوڙڪ (رجيرا ڪلمتي بلوچ جو پاڙو) |

| | |
|---|---|
| جاڙاڻي | پاڙو اوڙڪ (رجيرا ڪلمتي بلوچ جو پاڙو) |
| جيئنداڻي | پاڙو (ڀوا بلوچ جو پاڙو) |
| جلاباڻي | پاڙو (ڀوا بلوچ جو پاڙو) |
| جاند راڻي | پاڙو ( ڀوا بلوچ جو پاڙو) |
| جڙ | ڪچو وهٽ. پاڙ |
| جانواڻي | پاڙو ڀوا بلوچ جو |
| جَتن | ڪوششيون |
| جُرمڪ | عورت جو زيور |
| جُڳ | گهڻي تعداد ۾. جَهجها. جهان |
| جَڳ | پاڻيءَ جو ٿانءُ |
| جڳ | اَجايو بڪ بڪ ڪرڻ |
| جَڙائون | هيرا<br>بلوچي عورتن جي نَتَ جي ڦُلهڻيءَ ۾ ۽ ڏانڊيءَ ۾ جڙائون لڳل هوندي ون آهن. ۽ گلي جي هار ۾ بہ جڙائون لڳل هونديون آهن. |
| جَارو | گهر ۾ ٿانون رکڻ جي جاءِ |

| ج | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| ڄار | رَڇَ |
| ڄَرڪو | مَڇيءَ جو قسم |
| ڄُبڙي | ڍڪڻو پوچ<br>"ادا...! شيشيءَ کي ڄُبڙي هڻ" = "ادا...! شيشيءَ کي ڍڪڻو هڻ" |
| ڄار واري | ٻيٽ جو نالو |
| ڄاريا ڄَر | ساني جو قسم<br>"ادا... ! آءَ ڄر آندا آهن" |
| ڄينارو | ڊِپُ، ٻاراڻو |
| ڄار وارو | درياءَ جو نالو<br>هيءَ درياءَ گهوڙ درياءَ مان نڪري ٿو. جيڪو اڳتي هَلي سَنهڙي درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. سَنهڙي درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙڪري ٿو. |
| ڄاموٺ | پاڙو، "ڄاموٺ لقب آهي" (ملاحن جو پاڙو) |
| ڄانياڻي | اوڙڪ، پاڙو (ڄتن جو پاڙو) |
| ڄارو ڪاٺي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| ڄاڙي | ڪاڏي |

| | جھ |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| جھوپڙا | گَھرَ<br>" تر توهر گهر جهوپڙا ٻارڻ جن ٻوه" شاه |
| جھوڪَر | پوڙهو ماڻهو جيڪي جُهڪي هَلي. |
| جهوتو | ڍڳا جوڙ |
| جهوري | مٽي ڦريو |
| جهور | هيٺائين واري زمين |
| جهور | پاڻي چوڙ<br>"ادا....! ٻنيءَ ۾ پاڻي جُهور" |
| جهاڳ | اجايو ٻڪ ٻڪ ڪرڻ<br>"ادا تون تہ جهاڳ پيو ڪرين" |
| جهوڪار | ڳالهہ ٻڌاءِ، مات نہ ڪَرَ |
| جهرو | ڍڳو |
| جَهرٽو | درياءَ جو نالو—<br>جهرٽو درياءَ نئين درياءَ مان نڪرندو پوءِ وَر ڪري وڏي سمنڊ ۾ داخل ٿيندو آهي. |
| جَهندبولو | درياءَ جو نالو (هيءَ درياءَ ڪاري سير نانگڻ ڍور اُن مان نڪري ٿو) |
| جَهڪان ٿو | ڏَڪان ٿو |
| جَهار | پکيءَ جو نالو (فصل کي نقصان پهچائيندڙ پکي) |
| جهارو | درياءَ جو نالو (سير ڪريڪ مان جهارو درياءَ نڪري ٿو.) |
| جهنگ پارو | مينهن جو ننڍيرو ڦَرُ |
| جَهري | ٻڪريءَ جو قسم |
| جَهٽ | چڙٻ<br>"ادا ....! جَهٽ نہ ڏيِ مِنو ڳالهاءِ" = "ادا...! چڙٻ نہ ڏيِ منو ڳالهاءِ" |
| جهولَڻ | ڪپڙو<br>ادا...! آءَ ۽ غفور ٻئي وياسين جهولَڻ سان مڇي ماري آياسين. |

| | |
|---|---|
| جهڳي | صفا ننڍڙي مانڊاڻي<br>" ادي... ! کير کي جهڳي هٽي وٺ" |
| جهنگي | ولوڙين |
| جَهر | ٻتاڪَ<br>"اي حاجي.... ! تون ٿلو جَهر پيو جهنگي" |
| جهوڙي | جڏو بيڪار، جيڪو ڪم ڪار نہ ڪري<br>" ادا....! تون صبح کان وٺي شام تائين جهوڙي ٿي پيو آئين "<br>"ادا...! تون صبح کان وٺي شام تائين بيڪار ويٺو آهين." |
| جُهڻ | ٻي کي نصحيت ڪرڻ، سمجهائڻ |
| جَهڪو | ڪمزور،<br>شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪنيات، داستان پهريون، بيت نائون" *<br>ڪَٽي نيڻَ خُمارَ مان، جان ڪيائون نازُ نَظَرُ،<br>سوُرجَ شاخون جَهڪيوُن، ڪوُماڻو قَمَرُ،<br>تارا ڪَٽيوُن تائِبَ ٿيا، ديکِيندي دِلَبرُ<br>جَهڪو ٿيو جَوَهَرُ، جانِبَ جي جَمالَ جو<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاھ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| جُهڪڻ | نمڻ، عاجزي ڪرڻ |
| جُهري | درياءَ جو نالو (هيءَ درياءَ ڪڏير و درياءَ مان نڪري ٿو.) |
| جُهري پوڻ | ٽُٽي پوڻ، ڀڃي پوڻ، چور چور ٿيڻ اندر ۾ پورا پورا ٿيڻ |
| جهوريندي | ڪانئيون جهوريندي، ڪانئيون ڪپيندي، |
| جهورِي | ٽُڪرا ٽُڪرا، ڀنجي ڇڏي، |
| جهوري | آس، تلاش، سِڪ، ڪنهن شيءِ کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ سُڌ ڪرڻ، اُڪير، مِلڻ جي خواهش |
| جَهبَ | درياءَ جو نالو ٻيٽ جو نالو |
| جهوري | ڳُڪتي |
| جهومر لانگارو | جيت جو قسم |
| جَهري | مڇيءَ جو قسم (هيءَ مڇي پاڻيءَ جي مٿان پکيءَ وانگر اُڏامندي آهي.) |

| | |
|---|---|
| جهورِي | مگر و مڇي ٻچو ڏيندي آهي، تنهن کي جهوري چئن. |
| جِهلَ | سائو گاهه |
| جَهجها | گهڻا.<br>شاه عبداللطيف جي بيت آهي. "سُر مارُوئي، داستان نائون، بيت ٻاويهون"<br>※<br>"جهَجها ڏِيج جُهارَ مُنهنجا مَليرَ جائِيين،<br>آسَرَ ٻِري آهيان، پَرَچَن مان پَهُنوارَ<br>ويڙيون ۽ وَلهارَ ڪِ سُوايا سارِين مون!"<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| جهولائي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| جَهبيرَ | اوڙڪ پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| جهومَر لانگارو | جيت جو قسم (هيءُ جيت زهريلو ٿيندو آهي. ماڻهوءَ جي جسم جي لاءِ نقصان وارو آهي.) |
| جَهرڪي (جهرڪي) | درياءَ جو نالو |
| جَهاڙ | پڪڙي پوتو (جت ڳالهائين) |
| جهونتِ | ٽِڪَ (جت ڳالهائين) |
| جَهيڙ | ڳن ۾ چير (جت ڳالهائين) |
| جهار | پڪي |
| جُهڳيو | مَڏيئڙو (جتڪي لهجو) |
| جهنگڙ | ولوڙڻ (جتڪي لهجو) |
| جهرڪلي پڌ | سُگري (جتڪي لهجو) |

| چ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| چرَ يا چري | درياءَ جو نالو<br>چرَ درياءَ ريڙهي بندر گاهہ کان ٻن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. |
| چَرٽو | درياءَ جو نالو |
| چَرٽو | مٽي چڙهڻ<br>ڪنهن جاءِ تي مٽي چڙهڻ کي<br>سامونڊري پٽيءَ ۾ رهندڙ ڪڇي چَرٽو چوندا آهن. |
| چورو | گُٽڪي جو قسم<br>ڪُتر ٿيل سوپاريون، ٻُريل، تُنل ۽ جُهريل، ڪابہ شيءِ سڄي ۽ ثابت نہ هجي. |
| چور | جُهريل<br>ناڪٿا! جسم چور ٿي پيو آهي. گهٽي ٽڪ کان خلاصي دانهن ڪندي چوندو آهي.<br>ادا، منهنجو جسم چور ٿي پيو آهي. |
| چِتال | سُٽي، سُهڻي<br>"لِي زيبو! نوان ڪپڙ پائي، چتال ٿي پئي آن."<br>"اي زيبو.... نوان ڪپڙا پائي، سُهڻي ٿي پئي آهين."<br>"اي پاڻداري! پاڇي ڏاڍي چتال ٺاهي آٽئي."<br>عام طور تي سامونڊي پٽيءَ جا ماڻهو سنئين سُهڻين شين کي "چِتال" چوَن چاهي ہي جان هجن يا جاندار هُجن. |
| چاڳي | عورت جو نالو |
| چِيڪلو | پکيءَ جو نالو: |
| چِٽوڙو | پکيءَ جو نالو:<br>جڏهن سنڌو درياءَ موج ۾ مستين وارو هوندو. درياءَ جو ڪنڌيون آباد ۽ زمينون ساوڪ ڀريون، سُهڻن ٻوٽن ۽ گُلڙن سان سينگاريل هونديون هُيون تہ هزارين پکي سِنڌ جي سامونڊري پٽيءَ جو سير ڪرڻ ايندا هئا. جنهن ۾ "چيڪلو" ۽ "چٽوڙ" بہ ايندا هئا. |
| چِيرو | ساني جو قسم:<br>هڻ ساني جو رنگ ڳاڙهو بلوچستان جي پاسي وارو "چيرو سانو" سُفيد. اُچو ٿيندو آهي ۽ |

| | |
|---|---|
| | ٻن انچن کان پنجن اِنچن تائين هِن جو قد هوندو آهي. |
| چَند | مَڇيءَ جو قسم |
| چاڪو | مَڇيءَ جو قسم |
| چَڻ | مَڇيءَ جو قسم: (هيءَ صفا ننڍي مَڇي آهي. هِن کي مَڇيءَ جو ٻچو به چئجي ٿو.) |
| چِٽي | مَڇيءَ جو قسم |
| چُرون | حَرڪتون، کيچل، شرارتون<br>"ادا جانو... چُرون نہ ڪر" |
| چيٽاري | آرام سان، آهستي |
| چِٽاڙو | چِٽي روشني<br>"چَنڊ جو چٽاڙو تڙُ کي جرڪائي رهيو هو." |
| چِلڙ | گپ چِڪَ<br>"ادا ....! خيال سان هَل متان چِلَڙ ۾ اچين وڃين" |
| چَنڊ | جهنگ چَرڻ |
| چيڻ | ڪوشش ڪرڻ |
| چِيهو | سائو گاهہ |
| چيٽو | سائو گاهہ |
| چِيڙَ | وَل جو قسم |
| چَنڊ | اوڙڪ، پاڙو (مِيمڻن جو پاڙو) |
| چَارڻ | اوڙڪ، ميمڻن جي اوڙڪ يعني پاڙو (سنڌ ۾ "چارڻ" ذات آهي.) |
| چڙ | ڪاوڙ<br>"امين چاچي تي چڙ نہ ڪر" = "امين چاچي تي ڪاوڙ نہ ڪر" |
| چيتاريچ | ساري، سينالي، |
| چوڪا | چانور، |
| چيريا | گاهہ، ( هي لفظ سامونڊري پَٽيءَ ۾ رهندڙ ڪڇي استعمال ڪندا آهن.)<br>"ڪالو چيريا ڪپي اَچي ٿو." |
| چمڙيا | اوڙڪ، پاڙو ( جتن جو پاڙو) |
| چڪائي | اوڙڪَ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |

| | |
|---|---|
| چُنڙي | پوتي |
| چاگولو | رسي<br>بولي رَڇ پاسن واري رسيءَ کي چيو ويندو آهي. |
| چاڳلو | دادلو ٻار |
| چتو | پرهيز نہ ڪرڻ — هر شئي کائڻ |
| چوچو | پکيءَ جو قسم |
| چَلڻ | هَلڻ<br>"ادا....! بيهہ نہ چَلڻ ڏيکار" = "ادا...! بيهہ نہ هَلڻ ڏيکار" |
| چَڏو | گندي پاڻيءَ جو کڏو |
| چواٽو | زور سان ڳالهائڻ<br>ادا_ چواٽو نہ ڏي ادب سان ڳالهائڻ |
| چال | تيز<br>"ادا.... هوڙي کي چال نہ ڏي" = "ادا ....هوڙو تيز نہ هلاءِ" |
| چُر چُر | ماٺ ڪَر |
| چِيري | چيرڻ، چڪي ڦاڙڻ |
| چوڪو | وَڍڻ |
| چوڪ | درياھ سُڪي ويو. |
| چوٽي ڍولير | پکيءَ جو نالو (هِن پکيءَ کي مٿي ۾ چوٽي ٿيندي آهي.) |
| چَرڻ | مال چارڻ |
| چِهر | درياءَ جو نالو<br>هي درياءَ پاڏالو درياءَ مان نڪرندو آهي. پوءِ وَر کائي هلندو سمنڊ ۾ داخل ٿيندو آهي. |
| چَر ٻهَر | مٺي پاڻيءَ جي ڍنڍ. (هي ڍنڍ راڄ ملڪ جي پاسي ۾ آهي ديھ ڏڙ ۾ آهي.) |
| چمني | ٻتي |
| چَڪ وات | گار گند<br>"اي چورا....! وڏن سان چَڪ وات نہ ڪر" = "اي چورا ...! وڏن سان گارگند نہ ڪر" |
| چينڪي | درياءَ جو نالو (هيءَ درياءَ ڪاڇهر درياءَ مان نڪري ٿو.) |
| چاڪو | مڇيءَ جو نالو (هيءَ ڪاري پاڻيءَ جي مڇي آهي. هِن جو قد ٽي چار فوٽ ٿيندو |

| | |
|---|---|
| ڄُنڙي | پوتي |
| چاگولو | رسي<br>بولي رَڃ پاسن واري رسيءَ کي چيو ويندو آهي. |
| چاڳلو | دادلو پار |
| چٽو | پرهيز نہ ڪرڻ ـــ هر شئي کائڻ |
| چوچو | پکيءَ جو قسم |
| چَلڻ | هَلڻ<br>"ادا.... بيهہ نہ چَلڻ ڏيکار" = "ادا...! بيهہ نہ هَلڻ ڏيکار" |
| ڇَڏو | گندي پاڻيءَ جو کڏو |
| چواٽو | زور سان ڳالهائڻ<br>ادا ـ چواٽو نہ ڏي ادب سان ڳالهائڻ |
| چال | تيز<br>"ادا . . . هوڙي کي چال نہ ڏي" = "ادا . . . .هوڙو تيز نہ هلاءِ" |
| ڇُر ڇُر | ماٺِ ڪَر |
| چيري | چيرڻ، ڇڪي ڦاڙڻ |
| چوڪو | وَڍڻ |
| چوڪ | درياهہ سُڪي ويو. |
| چوٽي ڍوليرِ | پکيءَ جو نالو (هِن پکيءَ کي مٿي تي چوٽي ٿيندي آهي.) |
| چَرڻ | مال چارڻ |
| ڇِهر | درياءَ جو نالو<br>هي درياءَ پاڏالو درياءَ مان نڪرندو آهي. پوءِ وَر کائي هلندو سمنڊ ۾ داخل ٿيندو آهي. |
| چَر ٻهَر | مني پاڻيءَ جي ڍنڍ، (هي ڍنڍ راڄ ملڪ جي پاسي ۾ آهي ديهہ ڊڙ ۾ آهي.) |
| ڇمني | بٽي |
| چَڪ وات | گار گند<br>"اي ڇورا...! وڏن سان چَڪ وات نہ ڪر" = "اي ڇورا ...! وڏن سان گار گند نہ ڪر" |
| چينڪي | درياءَ جو نالو (هيءُ درياءَ ڪاڇهر درياءَ مان نڪري ٿو.) |
| چاڪو | مڇيءَ جو نالو (هيءَ ڪاري پاڻيءَ جي مڇي آهي. هن جو قد ٽي چار فوٽ ٿيندو |

| | |
|---|---|
| | آهي.) |
| چِلڪ | مڇيءَ جو نالو (هي مڇي ڪاري جي آهي هن جو قد ڏيڍ ٻه فوٽ ٿيندو آهي.) |
| چيپاٽ | ڪاٺ جو سنهو ٽڪرو يا ننڍو ٽڪرو |
| چَمبر | خوشبوءِ واري ڪاٺي |
| چَري | ڍنڍ جو نالو (تعلقي جاتي ۾ آهي) |
| چوپو | زور سان ٻڌُ. |
| چوپو | اوبَر<br>"اي چورا...! تون ڪاڏي ڪي چوپو نہ ڪر" = "اي چورا...! تون ڪاڏي ڪي اوبر نہ ڪر" |
| چاَنپ | زورنہ ڏي<br>ادا ـ چانپ نہ ڏي |
| چَري | مڇيءَ جو قسم |
| چپي يا چپيو | ٻي جي مٿان ڪرڻ |
| چُچو | ڳالهائڻ ۾ ڏڙڪائڻ وارو |
| چور | ڌڪو ڏيڻ، ٺيڪو ڏيڻ |
| چورڻَ | پڙڪائڻ<br>"اي منو...! تون پنهنجي چوري کي چورڻَ ڇڏي ڏي، ڪٿي مَمَڻَ مچائي نہ ڇَڏي"<br>"اي منو...! تون پنهنجي چوري کي پڙڪائڻ ڇڏي ڏي ڪٿي مصيبت نہ مچائي ڇڏي" |
| چوٽيِ قُل | زيور جو قسم<br>هيءَ زيور بلوچ عورتون نراڙوتان وارن سان ڳُتي مٿي جي ٻنهي پاسن کان ورائي سڳين تائين ويڙهيندڀون آهن. جنهن کي "هيڊوقُل" يا "چوٽي قُل" چيو ويندو آهي. |
| چِتَ | دل<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي، سُر ماروئي داستان اٺو بيت ٿيون"<br>❊<br>چُرَن، چُٽڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان، ڪينَ وَرَنَ!<br>لَيسَ ڪَمِٺاهِ شَيءِ، پَسڻُ ناهِ پِرِينَ!<br>پَڪا پَنوَهارَنَ، اَڏِيا ناهِ ۾<br>❊ ڪلياتِ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |

| | |
|---|---|
| چڳيو | تيل هٿڻ (ونواهه جي وقت ڪنوار کي مٿي ۾ تيل هنيو ويندو آهي.) |
| چُٺان | چوان<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي<br>جيِن چُٺان تين چئيج |
| چٺاڪا | ڦڙا ڦڙا<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر حُسيني، داستان ڇهون بيت پنجون "<br>*<br>"تِمَن نيڻَ رَتُ وَهي، چُٺاڪا ڪِئو<br>مونکي ڏَنءِ ڏِنو اَئِين تا وجو اوڻيا!<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڦيبروري 2009ع |
| چانگار يا چِينگار | مِنو سُر<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر معذوري داستان ستون، بيت ارڙهون"<br>*<br>رُجِن ۾ رڙ ٿي، ڪَرَ چَتونءَ جِي چانگارَ<br>اِي عِشق جي اُبڪارَ نَعرو آهي نيءَ جو<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڦيبروري 2009ع |
| چال | مينهن جو قسم |
| چوڙڪن واري | رڍ جو قسم |
| چوڀٽي | گاهه جو قسم (هن جو قد ڏيڍ فوٽ تائين ٿئي ٿو) |
| چوپيدڙو | بلوچي گهگهي جو قسم<br>ساهونڊي پٽيءَ جون بلوچ عورتون اڄ به "چوپيندڙو" گهگهو پائين ٿيون |
| چُنڙي | گنديءَ جو قسم |
| چاڳ | انگل، دادلو ٻار<br>"تون جو غفور چاڳ پيو ڪوين" = "تتنهنجو غفور انگل پيو ڪرين" |

| | |
|---|---|
| چِيلو | ڦيٽي جو نشان<br>"ابا ....! گاڏيءَ جو تازو چيلو لڳو پيو آهي."<br>"ابا ...! گاڏي جو تازو نشان لڳو پيو آهي." |
| چاڏي يا چَٽِ | جنهن ۾ ڪٽي جي لاءِ ڪاٺ ويا پاٽي رکيو وڃي |
| چوري | ويس. بلوچي ننڍڙي ڇوڪريءَ جو ويس.<br>"ادي! آءُ ڏئيڙي جي لاءِ چوري پئي سبان"<br>"ادي آءُ ڏڏيءَ جي لاءِ چولي پئي سبان"<br>هيءُ ويس بلوچي ننڍيون ڇوڪريون پائينديون آهن هن تي گهگهي جيان ڀرٽ ڀريل هوندو آهي. |
| چَڪَ | زمين جو نقشو – حد جو نقشو |
| چَڪَ | جَهٽ هڻڻ |
| چِچڙي | نه چَڏ<br>"ادا.... ڪالو اهڙو چِچڙي آهي جو هَٽ ئي نه پيو ڪڍي" |
| چيتاريان | نهاريان. ڏيان ڏيان<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي."سُر رپ داستان ڀهريون. بيت چوڏهون"<br>چيتارِيان چُٽِڪن، وِسارِيان نه وِسرِي،<br>ويرو تارَ ڏُکن، سَجَڻَ ڀڳي هَڏَ جِئَن.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي. شاهه جو رسالو ڪراچي 2. مڪتبه اسحاقيه. جهونا مارڪيٽ. 1976ع |
| چيتارِيو | ڏيان سان. ڏيان ڏيئي. نهاريو<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪوهاريءِ داستان پنجون. بيت ڇهون"<br>سَرتيون سوُراتِن جي، ڪوهُ ٿيون پَٿَرِ پَوَنِ؟<br>گهاءُ نه لَڳُن گهٽَ جو رِيا مان ٿيوُن رُونِ.<br>چيتارِيو نه چَوِن، پارَ مُنهنجي پرينءَ تان.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي. شاهه جو رسالو ڪراچي 2. مڪتبه اسحاقيه. جهونا مارڪيٽ. 1976ع |
| چاڳلائي | پاڙو (ڀوَا بلوچ جو پاڙو) |
| چندواٽي | پاڙو (ڀوَا بلوچ جو پاڙو) |
| چيني | هوشياريءِ سان |

| | |
|---|---|
| ڇُني | گندي ،رئو.<br>"لِي..... مِڪي ڇُني ڏيکار ڏاڍي ڇتال آندي آٽئي."<br>"اي....! مون کي گندي ڏيکاري ڏاڍي سهڻي آندي اٽئي"<br>شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سارنگ، داستان ٻيو بيت ڦهريون"<br>※<br>سارَڱ سائي سِٽَ، جَهڙي لالي لاڪَ جي،<br>اِئَن سي اُڀِن اَنِگيا، جئَن سي ڇُنيءَ ڇِٽَ،<br>ٻَرِ سيو پاسي پِٽَ، پَريائين ڪُنَ ڪِراڙَجا.<br>※ ڪلياتِ آڏواڻي، شاهه جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبه اسحاقيه، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڇُني | ڇري آئي<br>"ادا. . . ڀڪري ڇُني..؟" = يادا ... ڀڪري ڇري آئي." |
| ڇَٽي | خسارو،نقصان |
| ڇوڪو | نبار ، ڀيوَر نِج، تازو<br>"ڇوڪا ڇندن ڇاريئت ڀئو وِڳ لاٽي ڪاءِ"،شاه |

| ڇ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| ڇاڻ | ٻيٽ جو نالو |
| ڇيھ | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| ڇَڇائي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| ڇَڇر | ماڻهوءَ جو نالو آهي |
| ڇَڙڪو | تيز<br>"ادا...! تون ڏاڍو ڇَڙڪو آهين" = "ادا...! تون ڏاڍو تيز آهين" |
| ڇَڇڪار | ڇڇڪارڻ<br>بغير ڳالهائڻ جي وات مان آواز ڪڍڻ، ڇَڇڪارڻ |
| ڇَنَ | ڦِٽي ڪريڪ جي پرسان ڇَن نَهر آهي |
| ڇَنَ | ڪکن جو ڇَنو<br>جوئار جي موسم ۾ مهاڻا درياءَ جي جزيرن ۽ ٻيٽن تي وڃي ٻارن ٻچن سميت ڇَنَ اڏي رهندا آهن.<br>اهي بندگيريءَ وارن ڏينهن ۾ آتي مَڇي ماريندا، سُڪائيندا پوءِ ڪپائي پنهنجو گذر ڪندا آهن. |
| ڇاڻ | درياءَ جو نالو<br>ڇاڻ درياءَ هيءَ درياءَ ٻيرم درياءَ مان نڪري ٿو. پوءِ سِيتل درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. |
| ڇَنو | پکن ۽ ڪکن جي ٺهيل جاءِ<br>شادين، مُرادين تي ڪکن، پَنن جو "ڇَنو" ناهيندا آهن. جنهن ۾ جاڃين کي ويهاريو ويندو هو.<br>شاديءَ جو رَسمون ادا ڪيون وينديون هيون. ماني ٽِڪي ڪارائي ويندي هئي. |
| ڇِڪجا | ڇِڪڻ، ڇيڙو ڏيڻ، رسو ڏيڻ |
| ڇِتَر | تڏو<br>"ادا...! ڇِتَر وڇاءِ تہ ويهون" = "ادا...! تڏو وڇاءِ تہ ويهون" |
| ڇَپٽي | پکيءَ جو قسم |
| ڇاپانگو | پکيءَ جو قسم |
| ڇِلوري | مَڇيءَ جو قسم |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| چلڪو | چلرَ |
| ڇَتي | مانڊڻي، ڪئبين (هيءَ لفظ ريڙهي ۾ استعمال ٿئي ٿو.)<br>"ادا ....! علي جي ڇَتي تان پان ۽ سگريٽ وٺي آ.<br>"ادا....! علي جي مانڊڻي تان پانَ ۽ سرگريٽ وٺي اچ" |
| چِرَڻ | چتڻ، اُڪرڻ، نپا هڻن |
| چوچو | غريب . خالي<br>"ادا. . .! اڪبر هاڻ چوچو تي ويو آهي" = "ادا...! اڪبر هاڻي غريب ٿي ويو آهي" |
| ڇِنَڙَ | توڙڻ |
| ڇاڇَر | ننڍو پاڻي |
| ڇِبَر | سائو گاهہ |
| ڇانپاڻي | اوڙڪ. مِيمڻن جو پاڙو ڇانپاڻي نئي ۾ آهي. |
| ڇانڊڻ | جدا ڪرڻ |
| ڇاڻِي | پَرڻ |
| ڇَجرَ | ڇت، ڇَن، ڪوٺو مَڪان |
| ڇينبَ | تنبيهہ، تنقيد<br>"اي امان. . . .! تون ڇوري کي ڇينبَ ڪر"<br>"اي امان. . .! تون ڇوري کي تنبيهہ ڪر" |
| ڇوڏي | مڇيءَ جو قسم (هِن جو قد فوٽ جيترو ٿئي ٿو ۽ ويڪر چار انچ ٿئي ٿو.) |
| ڇڇ جهان خان | ڳوٺ جو نالو |
| ڇريجا | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو) |
| ڇاڇري | درياءَ جو نالو |
| ڇيهہ | ڇويهہ |
| ڇئتيالي | ڇائيتاليهہ (جتڪي لهجو) |
| ڇونجا | ڇاوَنجاهہ |
| ڇانسٺ | ڇاهٺ |
| ڇئون تير | ڇاهتر (جتڪي لهجو) |
| ڇاسي | ڇهاسي |

| | |
|---|---|
| چوڪرو | پُٽ |
| ڇيڙو | پتڪي جو ڇگو |
| ڇپاڪو | پکيءَ جو قسم |
| ڇيڙ | ونگار |
| ڇٽَ | ڇتڻ .ٻج ڇتڻ |
| ڇُرڻ | سِکڻ<br>شاه عبداالطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي، سرُ حسيني داستان ٽيون، بيت ڀهريون "<br><br>ٻُرو هو ڀنڀور، آرياڻي اُجاريو<br>لائو سَيَهين لوڪَ تان، هاڙهي ڏٽيءِ هورُ<br>ڇوريوُن ڇُـرَڻ سِکُيون ،پُنهون ڪِئائون پُورُ<br>آير سو آتورُ ،جنِ ه ڏُکيون ڏِکَ وهارِيون.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاھ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڇَٽاٽ | آواز<br>ڇير جو يا جهانجهر جو آواز |
| ڇاڳاٽي | پاڙو (مُرگهر بلوچ جو پاڙو) |
| ڇَپري | رڍ جو قسم |
| ڇانڊو | نيرن.<br>"ادا.... ،ڇانڊو ڪري پوءِ وڃ،" ="ادا.... نيرن ڪري پوءِ وَڃَ" |
| ڇَمَرَ | جُهڙالي موسم<br>عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ديسي، داستان ڇهون، بيت پنجون"<br>ڇَپَرُ ڇَمَرُ پانيان، ڪانيوءِ ڪارو<br>پَٻُ وِجَهندِيَس پُٽ تي، صُبُحَ سَوارو<br>وَڃَڻ مون وارو ڪينَ وِهَندِيَس وِچَ ۾.<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاھ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڇَٻري | ننڍڙو ڪاٺين جو دَر<br>مالي جي واڙ جي دروازي کي ڇَپري چوندا آهن.<br>جملو:ابا ڇَٻري ڏئي ڇَڏ رڍون نڪرن نہ وڃن. |

| | |
|---|---|
| چالا | چا لاءِ<br>"تون چالا آيو آئين" = "تون چاجي لاءِ آيو آهين". |
| چوءِ | سوڙجي مٿيون ڪپڙو |
| چوهو | سمنڊ جو طوفان<br>"اي ناکُئا...! اڄ سمنڊ ۾ چوهو لڳو پيو آهي" = "اي ناکُئا..! اڄ سمنڊ ۾ طوفان لڳو پيو آهي" |
| چِڪ | سَڪَ. |
| چوڙ | ڪولِ<br>"ادا...! ڏڳا چوڙ تہ گاهہ چَرن" |
| چريو | چتو<br>"تون ڪواچي چريو ٿيو آئين"<br>"تون چو چتو ٿيو آهين." |
| چَڏا | آزاد. چڏاءِ<br>"ادا... ڪالو کي چڏا ڦٽو آ."<br>"ادا.. ڪالو کي چڏاءِ ڦٽو پيو آهي" |
| چنجڙ | لگڙ<br>"ادا....! ٻڪري چنجي پئي" |
| چُرَ | اوزار لوهہ جو اوزار<br>جيڪو خاص اُٺ جي گَرَ لاهڻ جي لاءِ استعمال ٿيندو آه |
| چِچَ | پاڻيءَ جا دُٻا. ترائيون جتي پاڻي بيهي رهي<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر گهاتو داستان پهريون. بيت ٻارهون"<br>جِنَ جُهڳا پائِيين جهولَ ۾. اَئِنَ نہ مَرَنِ مَڇَ<br>سَپَرَ ڏارِ سَمُنڊ جا. ڪي رائون رَڳِيُون رَڇَ<br>"هي چارون ۽ چِچَ اَوڙاهُ اَڳاهون ٿِئو"<br>* ڪلياڻ آڏواڻي. شاهہ جو رسا. ڪراچي 2. مڪتبہ اسحاقيہ. جهونا مارڪيٽ. 1976ع |
| چِدي | ٿڙو ٿوري مقدار ۾ |
| چِدو | ٿڙو ٿوري مقدار وارو ٿڙو |
| چيل | مڇي جو قسم (هن مڇيءَ جو قد بہ ادائي فوٽ ٿئي ٿو). |

| | |
|---|---|
| چاڻ | ڍنڍ جو نالو (هي ڍنڍ ديهہ ڇُپٽي تعلقہ جاتي ۾ آهي.) |
| چير | عورت جي پير جو زيور |
| چانگ | جهجو مال، گهڻو مال<br>"جو ڏڻ دراڙئون ڏار چري، ساه چانگ ٿي چني چڏ" (شاه) |
| چانَ | چانو |
| چَپَرَ | جبل |
| چَپَر | مٽي ڪٽي |
| چَپَرَ | چانو |
| چَٿَ | ڏينين جو گهر<br>"ادا...! انهيءَ وڻ ۾ چَٿَ اٿئي خيال سان چڙهجا"<br>"ادا...! انهيءَ وڻ ۾ ڏينين جو گهر اٿئي خيال سان چڙهجانءِ" |
| چَٿَ | ڏپ، بدبوءِ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر گهاتو داستان پهريون، بيت ڇهون"<br>"نڪا بوءِ بازار ۾، نڪا چلر چٿ"<br>جِتي ڏَنيرَنِ جِي اِڳي هُئِي اُگَهٽَ<br>سي پِڙَ پَسِئو پَٽَ، ماڙهُو وَڃِن مونئا.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| چَبر | گاهہ جو قسم |
| چندڊ | ڪيڙ (رڇ مان مڇيءَ ڪيڙ کي چندڊ چئبو آهي) |
| چِلي | دائري ۾<br>"عورت ٻار ڄڻڻ کان پوءِ پنج چِلي ۾ رهندي آهي اها گهر جو گهر ۾ هوندي آهي ۽ ڪنهن اوڙي پاڙي ۾ ناهي ويندي. |
| چُلڻ | مڇيءَ جو قسم (هن مڇيءَ جو قد چار پنج فوٽ ٿئي ٿو) |
| چوڙڻ | ڪولڻ |

| ح | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| حديہ | اوڙڪ پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| حيرت | ڳالھ ڪي نہ لڪاءِ (ھي لفظ بلوچ ۽ جت ڳالهائين) |
| حاجياڻي | پاڙو (گبول بلوچ جو پاڙو) |
| حاجاڻي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو) |
| حرامي | ٻيٽ، درياءَ جو نالو ڍوري جو نالو |
| حجامڙو | درياء جو نالو<br>"ھيءَ وڏو درياءَ آهي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو. |
| حَمال | اوڙڪَ. (ميمڻن جي پاڙو) |
| خسناڻي | اوڙڪ. (جتن جو پاڙو) |
| حاجياڻي | اوڙڪ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| حَمراڻي | اوڙڪ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| حَسناڻي | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |

| خ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| خبر | ڳالهه ,قصو (خبر لفظ جتَ بہ استعمال ڪندا آهن)<br>"اي حميد.... ماهِين خبر سُڻ"<br>"اي حميد...! منهنجي ڳالهه ٻڌ" |
| خوشحالائي | پاڙو (مرگهوَ بلوچ جو پاڙو) |
| خالقناڻي | پاڙو. (ڀوا بلوچ جو پاڙو) |
| خئيراڻي | پاڙو (مُرگهو بلوچ جو پاڙو) |
| خَلاصي | لانچ, ٻيڙي يا هوڙي ۾ ڪم ڪندڙ مزدور |
| خَلاص | خالي, ختم ٿيڻ, واندو بيروزگار<br>" ادا. . .! شيرو خالي پيو هلي" |
| خالي | نويڪلائيءَ ۾ ڳالهائڻ<br>" ڊرائيور جي پاسي واري جاءِ کي "خالي" چئبو آهي." |
| خاناڻي | سنهو نئوڊورو |
| خُسرو | نقصان پهچائيندڙ<br>"اي شهمير...! چو خُسرو ٿيو آهين" |
| خاناڻي | اوڙڪ. پاڙو ( ملاحن جو پاڙو) |
| خليفہ داندَل | اوڙڪَ. پاڙو ( ملاحن جو پاڙو) |
| خاناڻي | اوڙڪ. پاڙو ( ڄتن جو پاڙو) |
| ڄاناڻي | اوڪ. پاڙو (ڀُوابلوچ جو پاڙو) |

| د | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| دَنَ | وڏو ڏِگ (خاص ڪري پراڙيا پلال جي ڏگ کي "دَنَ" چوندا آهن) |
| درو وارو | درياءِ جو نالو<br>"نئين درياءِ مان درو وارو درياءَ نڪري ٿو ۽ سوءَ پاتار درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو." |
| داٽو | سنيال ڳرڻ |
| دقڙ | چماٽ، لپاٽ<br>"اي صالح...! چُڪ ڪندي تہ دقڙ هڻندوسانءِ"<br>"اي صالح...! غلطي ڪندي تہ چماٽ هڻندوسانءِ" |
| دقڙ | "جڏهن هوڙي ۽ بيڙيءَ جو سڙهہ ٽٽي وڃي تہ خلاصي دقڙ ڪڻندا آهن" |
| داقوڙيون | پاڻيءِ ۾ هَٿ هڻڻ<br>"اي ڇورا....! تلاءُ ۾ داقوڙيون نہ هڻ متان ٻڏي نہ وڃين" |
| دالا | ڦَر<br>(اهو ڦر جيڪو ماءُ کي نہ ڏائي جنهن کي هٿ سان کير پيارجي تنهن ڦَر کي "دالا" چئبو آهي" |
| دوره | رڦڻ<br>"ادا اَلو کي دوره ٿي پيا" |
| دوگلو | ڪاٺ جو ٽڪرو مڇيءَ جي اڏي |
| دوڳلي | ڪاٺ جي ننڍڙي ٽڪري<br>"اياز مِکي دوگلي ڪٽي ڏي مڇي ٿي ناهيان"<br>"اياز مون کي ڪاٺ جي ٽڪرو ڪٽي ڏي مڇي ٿي ناهيان" |
| دٻ | زور<br>"ادا...! ابراهيم کي دٻ نہ اهو ڪمزور اٿئي" |
| دَئي | مڇيءَ جو قسم<br>هيءِ زهريلي مڇي آهي |
| دائودائي | پاڙو (گبول بلوچ جو پاڙو) |

| | |
|---|---|
| دادواٽي | پاڙو (رجبرا بلوچ جو پاڙو) |
| دس | ڪيرائڻ |
| دوستاڻي | اوڙڪ ,پاڙو (رجبرا ڪلمتي بلوچ جو پاڙو) |
| درياڻي | پاڙو "يوا بلوچ جو" |
| ڏهري | ٻُري وزن واري |
| ڏهري | عورت جي ڳچيءَ جو زيورَ<br>اُني کي ناکيليون نکن ۾ ,ڏهريون دليلان ,<br>سرَ ڏيون سيلان نيهن ننڍون ڪرين." |
| دَري | راند جو قسم (جنهن کي ونَجهه وٺي چون)<br>مَل محمود پليءَ پوٽي جو بيت آهي<br>اوڙي دوڙي دريون منجهان ڪوڙ ڪڏياس<br>ايي انهيَ ونجهه تي لکن آءَ لڏياس<br>اڳي تہ وَڏَ ڏَوڙي هياس ,اَڄ پرچان تہ پيرچي نہ ٿئي |
| دَبائي | اوڙڪ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| داد | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| دانڊل | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| دَبو | بيٽ. درياءَ جو نالو (هي درياءَ عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪيي تو.) |
| دکاٽي | ناکئي جي ويهڻ واري جاءِ<br>"هوڙو يا ٻيڙي جي پوئين حصي تي ناکئي جي ويهڻ واري جاءِ دُکاٽي چوَن" |
| دُبو | پاڻيءَ جو ننڍڙو تلاءَ |
| دابو | دڙڪو هيسائڻ, روعب ڪرڻ |
| دبلو | ذات. مهاڻن جي ذات<br>جيڪي دَبي درياءَ تان لڏي آيا ٻين هنڌن تي ويٺا. تہ انهن کي دبلوءِ دبلا چيو ويو. |
| دنهائي | پکيءَ جو قسم |
| دونيهن | ديهہ جو نالو (تعلقي جاتيءَ ۾ آهي) |
| دوتار | مَڇيءَ جو قسم<br>هن مڇي وزن سادِن ٽِن ڪِلو تائين ٿئي تو. |
| دواڻ | مَڇيءَ جو قسم<br>هيءَ مڇي شڪل جي ڪاري ٿئي تي. هِن جو قد ٽِن کان چئن فوٽن جيترو ٿئي تو. ويڪر |

| | |
|---|---|
| | ۾ هڪ فوٽ جيتري آهي. وزن ۾ چار کان پنج ڪلو جي هوندي آهي. |
| ڏيو | مڇيءَ جو قسم |
| درياءَ | ڏکڻ طرف<br>ريڙهيءَ ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ "درياءَ" آهي تنهن ڪري ڏکڻ طرف کي ريڙهيءَ وارا "درياءَ" چون. پر هِن وقت درياءَ جو پاڻي اُتي ڪونهي، سمنڊ جو کارو پاڻي آهي. |
| درلَڀ | ناياب، اَڻ لَڀ |
| دوڏاٽيو | ٻيٽ جو نالو |
| درياءَ ٻُردي | غير آباد زمين<br>اُها زمين جنهن تي کارو پاڻي وهي ويو هُجي ۽ اُها کاري پاڻيءَ جي هيٺ رهي بنجر ٿي وئي هجي. اُن زمين کي درياءَ ٻُردي چئبو آهي. |
| درياءَ نُردي | اُها زمين جنهن کي کارو پاڻي کائي وڃي تنهن زمين کي درياءَ نُردي چئبو آهي. |
| دائِو | مِٺي پاڻيءَ جي مڇي |
| دودو ڦَلو | وَل جو قسم (هن جو گل اڇي رنگ جو ٿيندو آهي) |
| دايا | اوڙڪ، پاڙو (ميمڻن جو پاڙو) (نٽي ۾ آهي) |
| ڏُنگي | وڏو ٻيڙو |
| دل هول | گهبراهَٽ، بيقراري، پريشان دل هاري ويهڻ ="لِي...! ٻي جو ڏک ڏسي دل هول ٿيو وڃان." |
| ڊِڪو | جاءِ (جتي ٻيڙيون ۽ هوڙا ٻيهن.) |
| دوداٽي | درياءَ جو نالو<br>هيءَ درياءَ "پَلياڻ" درياءَ مان نِڪري ٿو. پوءِ هلندو "مَل" درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. مَل درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. |
| ڏَنگي | ٻيڙي<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. : "سُر سريراڳ، داستان ٽيون، بيت نائون"<br>ڏَنگي وچ درياهَ، ڪي ٻُڏي ڪي اُپِڙي،<br>هو جي واڍي واٽيا، سي سونهَڻ سڀ سَڙيا،<br>مُعلِمَ ماڳِ نہ اَڳِئين، فِرنگي مَنجهہ ڦِريا،<br>مَلاحَ! تُنهنجي مَڪُڙيءَ، اچي چورَ چڙهيا،<br>جِتي ڏِينگ ڏِريا، تِتي تاري تُنهنجي!<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ديگ | ديگ |
| دونهاري | ڪٽڇي، (ڪاري جهرڪي) |
| دانا | عقل وارو (هي لفظ ابراهيم حيدري ۽ ريڙهي مياڻ جا ماڻهو استعمال ڪندا آهن.) |

| ڏ | |
|---|---|
| لفظ | معنيَ |
| ڏُر | پاسو |
| ڏوبا | ٽِيڙَ.<br>ادا.....! ڏوبا نہ کاءَ هوش سان هَلُ |
| ڏانڏاري | شهر جو نالو |
| ڏَپا | ويڙهو چوپائي مال جي جاءِ<br>"ادا ... ! تون مال کي ڏپاءِ اچ" = "ادا..! تون مال کي واڙي اچ" |
| ڏَڻ | مال جو ڏَڻُ |
| ڏَر | خيال ڪَر |
| ڏُرَ نہ ٿي | پاسو نہ وٺ<br>"ادا...! الوجي ڏر نہ ٿي" |
| ڏوپارو | مينهن. برسات<br>"ادا بالو. . .! اچ ڏوپارو وسندو" = "ادا بالو اڄ مينهن وسندو" |
| ڏاڙڪي | رلي<br>"اي چوري..! ماسي حليمہ جي لاءِ ڏاڙڪي ڪٽي آ"<br>"اي چوري..! ماسي حليمہ جي لاءِ رلي ڪٽي آ" |
| ڏيهڙي | ڇوڪري<br>"ادا ...! حسن جي ڏيهڙي ڄائي آهي" = "ادا .....! حسن کي ڌيءِ ڄائي آهي." |
| ڏَمر ڏچر | خوامخواهہ. افواهہ. مخالفت<br>"اي ڇورا ...! ڏمچر نہ ڪر ڪجهہ هوش ڪر" |
| ڏوڙ | مِٽي |
| ڏنڌو پوري | ڪرت. روزگار. ڏنڌو پورهيو<br>"اي جانو..! تون ڏنڌو پوري ڪر اجايو ڌوڪا پيو کائين" |

| | |
|---|---|
| | "اي جانو..! تون ڏنڌي جي ڪر اجايو پيو ڏڪا کائين" |
| ڏُلاريو | پکيءَ جو قسم |
| ڏَڙڪي | دلي، گهڙي<br>"لِي...! ڏاڙڪي پري آ." = "ادي...! گهڙي پري آ" |
| ڏاجا | گيڙو رتل ڪپڙا<br>"اي ڪالو...! اڄ ڏاجا پائي آيو آهين" = "اي ڪالو...!اڄ گيڙو ڪپڙا پائي آيو آهين" |
| ڏامَ | گهٽو گهٽي خوشيءَ جو اظهار وڏي لاڏڪو ڏسان ڏام ڏوم سان |
| ڏَڏِ رڙو | مِٽي پاٽيءَ جي مَڇي |
| ڏُڏُر | مِٽي پاٽيءَ جي مَڇي |
| ڏُوڙ ڏوتا | اوڙڪ، پاڙو (ميمڻن جو پاڙو) |
| ڏونگا | اوڙڪ، پاڙو ميمڻن جو پاڙو ڏونگا نٽي ۾ آهي. |
| | |

| ڏ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| ڏچو | ڦڏو فساد |
| ڏرَ | ٻِرَ، سوراخ |
| ڏکڻ | طرف جو نالو |
| ڏکڻ | رقڻ |
| ڏاکڻ | ڪانيون<br>"ادا...! گهرجي لاءِ ڏاکڻ وڍڻ ويو هوس" "ادا گهرجي لاءِ ڪانيون وڍڻ ويو هُيس"<br>"ادا...! لوڙهي جي لاءِ ڏاکڻ وڍڻ ويو هوس" "ادا گهر جي لوڙهي جي لاءِ ڪانيون وڍڻ ويو هوس"<br>22/08/2009 تي راقم الحروف کي ڳوٺ الهجڙيو ٿهيمور ۾ ڪچهري ڪندي ماما چچر، وڏيرو الهجڙيو ٿهيمور، نورمحمد ٿهيمور، عبدالغني، شڪور ۽ صالح محمد ساموندي پٽي جا لفظ ٻڌايا. |
| ڏاکڻ | پل<br>"ڪنهن واه تي رکيل ڪاٺي جنهن تي ماڻهو ٽپي اچي، اُن کي ڏاکڻ چئبو آهي" |
| ڏاڻ | ٻنڌڻ<br>"ادا...! اُتي اُٺ کي ڏاڻ هَڻُ"<br>"ادا....! اتي اُٺ کي ٻڌ" |
| ڏلوَ | پيمتوڙي، جهجهو ڪائيندڙ |
| ڏَلو | ڪارو (متيءَ جو ڪارو) |
| ڏتي | ڍَڪ (ڪنهن ٿانوَ يا پلاسٽڪ جو ڍَڪُ) |
| ڏاڍي | زور واري |
| ڏارو | ڪٽڪ جو ڏارو، چانورن جو ڏارو |
| ڏوڻ | رَڇَ جو رسو (جنهن سان رَڇَ کي ٻڌبو آهي) |

<table>
<tr><td>ڏنو</td><td>ڳنڍڻ<br>هوڙي جي ڪاٺ کي ڳنڍڻ</td></tr>
<tr><td>ڏولڻ</td><td>پاسي ڪَرڻ</td></tr>
<tr><td>ڏورڻ</td><td>پڇُڻ</td></tr>
<tr><td>ڏورڻ</td><td>ڏورٽو<br>”ادا. . .! ڍڳن جو ڏوٽو ڪيُ“</td></tr>
<tr><td>ڏامِڇو</td><td>هَنڌ رکڻ جي جاءِ (ڏامڇو ڪاٺين جو ٺهيل هوندو آهي ٻه فوٽ ڊگهو ٿئي ٿو.)<br>”لئي....! هنڌ ويڙهي ڏامڇي تي رک“</td></tr>
<tr><td>ڏِکَ</td><td>سِيجَ.<br>ٻ شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي، سرُ حسيني داستان ٽيون، بيت ٻهريون “<br>ٻُرو هو ٻنڀور، آرياڻي اُجاريو<br>لائو سَيَهين لوڪَ تان، هاڙهي ڏٽيءِ هورُ<br>چوريوُن چُرَڻ سِکُيون ،پُنهون ڪِٿائون پُورُ<br>آير سو اَتورُ ،جنِ ه ڏُکيون ڏِکَ وهارِيون.<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ٻهريون 2009ع</td></tr>
<tr><td>ڏاوڙيا</td><td>پاڙو (رجيرا بلوچ جو)</td></tr>
<tr><td>ڏامچ</td><td>خوار<br>” قاسو ڏامچ ماڻهو آ“<br>”قاسو خوار ماڻهو آ“</td></tr>
<tr><td>ڏار</td><td>دال<br>” ادا...! دڪان تان ڏار وٺي آ.“<br>”ادا....! دڪان تان دال وٺي آ“</td></tr>
<tr><td>ڏاگهه</td><td>ڊگهو</td></tr>
<tr><td>ڏاگهه</td><td>رَسي جي ڦاهي.</td></tr>
<tr><td>ڏهُاڳ</td><td>طلاق، ڪيڍي ڇڏڻ<br>”جانو پنهنجي زال کي ڏهُاڳ ڏنو“ = ” جانو پنهنجي زال کي گهر مان ڪيڍي ڇڏيو“</td></tr>
</table>

| ڏهر | رستو. "ٻن جبلن يا ٻن پٽن جي وچ واري رستي کي ڏهر چوندا آهن." |
|---|---|
| ڏاها | پاڙو، اوڙاڪ (رجيرا بلوچ جو) |
| ڏيل | دل، جگر<br>"اي ناڪُئا...! احمد ناڪُئو ڏيل ماڻهو آهي" |
| ڏانڊٽي | نَڪَ جو زيور<br>بلوچ عورت جي نَڪ جو زيور ڏانڊٽي بولي کان ٿوري مختلف هوندي آهي.<br>بلوچ عورتون نَڪَ ۾ پائينديون ڏاوٽي متئين چَپَ تائين هوندي آهي. |
| ڏَڙهو | بال<br>ڏڙهو ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي راند آهي هيءَ راند ننڍيا توڙي وڏا کيڏندا آهن.<br>ڪپڙن جي ٽُڪرن کي کي ويڙهي سيڙهي ان کي سنهڙين اگڙين سان ڳُتيءَ ويڙهي ڏڙهو ٺاهيندا آهن.<br>مَل محمود پلي ءَ ٻوٽو جو هڪ بيت آهي.<br>"ڏڙها ڏاڪرَ ڏاڪ پيا نہ پسي پَٽ ۾ انِ جا کيڏيندڙ کَپي ويا<br>هُئي جنين جي هاڪ چلي ويا چالاڪ کي اُستاد اِتيءَ راند جا |
| ڏوئيلو | پکيءَ جو قسم |
| ڏانِي | مَڇي جو قسم |
| ڏِٻو | ڍوري جو نالو درياءَ جو نالو |
| ڏندَيو | مَڇيءَ جو قسم<br>هيءَ مڇي شِڪل ۾ اَڌ گول جهڙي آهي. هن جو قد هڪ فوٽ کان ڏيڍ فوٽ جيترو ٿئي ٿو. |
| ڏائي | مَڇيءَ جو قسم<br>هيءَ مَڇي شڪل جي ڪاري آهي هن جو قد ٻن فوٽن کان چئن فوٽن تائين ٿئي ٿو. |
| ڏو وار | جيت جو قسم<br>هن کي انگريزيءَ ۾ فين شيل Fan Shellچوَن. هي جيت پکي جي ٽن پَرن وانگر هوندو آهي. |
| ڏَچو | مَسخرو |
| ڏَر | خوف |
| ڏَهلو | ڏکيو يا مشڪل |

| | |
|---|---|
| "ادا..! جيڻ ڏاڍو ڍلو ٿي پيو آهي" | |
| ڊاڪٽر | ڏاڪٽر |
| ڏُکَ<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سهڻي داستان چوٿون بيت ڀهريون"<br>ترَ تڳڻُ، تارِ گهڙڻُ، اِيءَ ڪاٽيارِن ڪمُ<br>ڏَهُ ڏَهُ پيرا ڏِينَهَ ۾ ڏِئي ڏُوارا آپا ڏَمَ<br>عَقُلُ مَتِ شَرمَ، تَريئِي نِيءَ نهوڙُتا<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڀهريون 2009ع | ڏَمَ |
| پاڻي پيئڻ وارو ٿانءُ (پاڻي پيئڻ واري ٿانوَ کي ڏول چوَن. ڪي وري ڇَلَ چوَن.)<br>"اي لِي...! ڏول پيري آ. اُجَ لڳي آمَ" = "اي ادي...! پاڻي پيري اچ اُج لڳي اٿم" | ڏول |
| سائو گاهه (هن گاهه جو قد ٽي فوٽ ٿئي ٿو) | ڏِير |
| مڇي جو قسم | ڏنيرو |
| مڇيءَ جو قسم | ڏِيو |
| سائو سگاهه (هن گاهه جو قد ٻه فوٽ ٿئي ٿو ۽ مني پاڻيءَ ۾ پيدا ٿئي ٿو) | ڏنگٽي |
| سائو گاهه (هن گاهه جو قد ٽي فوٽ ٿئي ٿو ۽ مني پاڻيءَ ۾ پيدا ٿئي ٿو) | ڏِنوئي |
| لوهه جو ٿهيل ڏبو | ڏبو ڊبو |
| ٻيڙيءَ جي ٿَر واري حصي کان ٿورو مٿاهين واري حصي کي ڏَر چون. | ڏَر |
| سنهڙو ڏاڳو<br>"لِي...! تون جي ڪپڙ مان ڏَئي پئي نڪري"<br>"ادي..! تنهنجي ڪپڙن مان ڏاڳا پيا نڪرن" | ڏَئي |
| وڃ<br>"ناڪئي سومار جي گهر ۾ ڏئي ڪري آ." | ڏَئي |
| ڏچي وارو جهيڙي جهڳڙو وارو<br>"اي ماما....! تون ڏچائي ٿي پيو آهين" | ڏَچائي |
| ڏچو، مشڪلات پيدا ڪندڙ<br>"اي ڇورا...! ڏڦيڙ نه ڪر" = "اي ڇورا...! ڏچو نه ڪر" | ڏَڦيڙ |
| ڏاڍي، ڏاڍو | ڏاڍوئي |

| | |
|---|---|
| | "ادا ...! اهو بزرگ مونجو ڏاڏوئي آهي" = "ادا ...! او بزرگ منهنجو ڏاڏو آهي" |
| ڏچرپو | مذاق<br>"اي ماما چچر...! ايڏو ڏچرپو نہ ڪر" = "اي ماما چچر..! اڏي مذاق نہ ڪر" |
| ڏاميچ | بدنام، مشهور<br>"پرو....! ڪِنا ڪمَ نہ ڪر اسان کي ڏاميچ پيو ڪرين"<br>"پرو...! ڪِنا ڪمَ نہ ڪر اسان کي بدنام پيو ڪرين" |
| ڏوڪڙ | پئسہ<br>"اي ناڪُنا. . .! ڏوڪڙ ڏيمَ تہ ويسي وڻان" = "اي ناڪُنا..! پئسہ ڏي تہ سيڌو سامان وڻان" |
| ڏنديا | مڇيءَ جو قسم |
| ڏنبَ | تڪليفون، ڏک،<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ساموندي، داستان ٽيون، بيت پندرهون"<br>❊<br>ٻيڙيءَ ٻوڙَن، نيءُ نہ ڪِجي اُنِ سِين،<br>اُيا ڏَنبَ ڏَسنِ، جُءُ سِڙهہُ ڏيئِي سِيرَ ٽِٽا.<br>❊ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڏاهي | عَقلمند (مؤنث لاءِ) |
| ڏاهو | عقلمند |
| ڏَقاوڏي | درياءَ جو نالو |
| ڏقا نندي | درياءَ جو نالو |
| ڏَيَ | دلاسا |
| ڏانواٽي | اوڙڪ، پاڙو (جَت جو پاڙو) |
| ڏور | رسي<br>اُها رسي جيڪا رَڇَ ۾ ڪم اچي. هيءَ رسي بولو رڇ، گُجو رَڇَ ۾ استعمال ٿئي ٿي. |
| ڏول | پلاسٽڪ جو دٻو (جنهن سان هوڙي يا ٻيڙي مان پاڻي ڪڍيو ويندو آهي.) |
| ڏوسي | ڪنجوس<br>"تو پيٽا صفا ڏوسي آهين." = "تون پيٽا صفا ڪنجوس آهين" |
| ڏيِر | پَنَ<br>جيڪا پڙش ناهڻ ۾ ڪم اچي. |

| | |
|---|---|
| | شاخن ۾ ڏبن ۾ جتي منو پاٽي هوندو آهي اتي ڏيرو پيدا ٿيندو آهي. |
| ڏوٽي | محنت وارو<br>"اي ناڪٽا...! تون جو خلاصي الو ڏوٽي آهي"<br>"اي ناڪٽا...! تنهنجو خلاصي الو محنت وارو آهي" |
| ڏوٽين | مارو۽ڙن<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: سُر مارئي داستان ٻيو بيت ڇهون"<br>پُهنوارَن پاٻو هِيو ڪي واهُوندَنِ وَس<br>عُمَرَ اُنَهِين ڏيهه جا ڏوٽين ڏِنَمِ ڏَس<br>وَلِيون وَڻَ ڦُلاريا، لُلُرَ نِڱَتو لَس<br>آٽيو وجهن آهُرين سَندا ٿُوهن ٽَس<br>ميوا مَچَرَ ماکِيُون، سَيَڪا چَڪَنِ چَس<br>مارُيءَ وِهي مَسَ، مليرَ وِيندِي مارُئِي.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح. شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڏوٽي | مارو۽ڙوا |
| ڏڪر | ٿُلهو ٻانٺو لَٺَ<br>"تون پيٽا ڏڪر لڳوپيو آهين" تون پيٽا ٿلهو ٻانٺو لڳو پيو آهي. |
| ڏاڪَ | ڪانيون<br>اُهي ڪانيون جيڪي ڇني ناهڻ ۾ ڪم اَچن، ساموندبو ماٺهو ڇنو آڏين يا گهر جي ڀت ناهين، اُهي ڪانين جا ٽڪرا وڏي رسي سان ٻڌن. يا ڪلين سان ٺاهن. ڪي اندرين پاسي ڪان ڏاڪن ڪي متي لڳائين ۽ ٻاهريون پاسو ڇڏي ڏيندا آهن، گهٽا ڏاڪن ڪي اندران ۽ ٻاهران متي لڳائيندا آهن. |
| ڏٻي | دٻي، |
| ڏانداري | ڏانداري |
| ڏاگهو | وڏو اُٺ |
| ڏوهو | ڏهون (جتڪي لهجو) |
| ڏيڏا | ڏوڏا (جتڪي لهجو) |
| ڏونگهي | ڪوپرو |
| ڏورڻ | ڳولڻ |
| ڏورڻ | نياڻڻ |

| | ڊ |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| ڊوڪا | خيال،نهار ڪرڻ، سنڀال ڪرڻ، نظرداري، ڏسڻ<br>"اي خلاصي...! رَڇَ جي ڊوڪا ڪر" = " اي خلاصي...! رَڇَ جو خيال ڪر" |
| ڊگوش | پکيءَ جو نالو |
| ڊوهاڙ | ديهہ جو نالو تعلقو جاتي ۾ ڊوهاڙو ديهہ آهي. |
| ڊيڊڪي | ساني جو قسم |
| ڊامڻ | سائو گاهہ |
| ڊَبَر | سائو گاهہ |
| ڊاماهہ | وَل جو قسم |
| ڊانگري وارو | درياءَ جو نالو |
| ڊَرهون | پرون (جتڪي لهجو) |
| ڊُڪَ | ڊوڙ |
| ڊپ | خوف |
| ڊمَرَ | نانگ جو قسم (زهريلو نانگ آهي هن جو ڏنگ فوت قد آهي.) |
| ڊپَ | علاج، هي هڪ ڪک جو قسم آهي.<br>ٻهراڙيءَ جون وڏيون عمر واريون عورتون چونديون آهن.<br>"اي ڇوري...! هيڏانهن اچ تون جو ڊپَ گهتيان ٿي"<br>اي ڇوري..! هيڏانهن اچ تنهنجو علاج ڪريان." |

## ڍ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڍانڍو | ڍيھ جو نالو ڳوٺ جو نالو |
| ڍانگري (مادي) | مڇيءَ جو قسم (ھيءَ مڇي کاري پاڻيءَ جي آھي، ھن جو وزن مڻ جيترو ھوندو آھي.) |
| ڍَڪ | چانرَڃ "ھيءَ رَڃ جو قسم آھي ھنِ رَڃ جو آکو وڏو ٿئي ٿو" |
| ڍُوما | ڏِڪا، آوارا گھمڻ، ٽاپا ڪائڻ<br>"اي ڇورا...! اجايو ڍُوما پيو ڪائين، وڃي ڪم جي ڪر"<br>"اي ڇورا..! ڏِڪا پيو ڪائين، وڃي ڪم جي ڪر" |
| ڍوڪياٽي | اوڙڪ، پاڙو (ھي جتن جو پاڙو آھي.) |
| ڍِلو | سُستَ |
| ڍير | ڪوڙَ ڍِڳُ |
| ڍونگا مگرو | مڇيءَ جو قسم (ھن مڇيءَ جو قد چار فوٽ آھي ۽ ويڪر ۾ فوٽ ڪن آھي.) |
| ڍيڪو | ٽيلھو ڏِڪو<br>"اي ڇورا...! ڍيڪو پيو ڏين توکي ماٺ ڪري ويھڻ نہ پيو اچي"<br>"اي ڇورا...! ٽيلھو پيو ڏين توکي ماٺ ڪري ويھڻ نٿو اچي" |
| ڍولڻ | پلو |
| ڍونڍو | بيڙيءَ جو قسم (ھيءَ بيڙي وبھن فتن جي ٿيندي آھي) |
| ڍِڪڻَ | رنيڻ |
| ڍِڪِڻَ | تنوارڻ<br>"اي جانو..! تو واري ماڻِڪي مينھن ڍِڪي پئي ڪري" |
| ڍَھڪَ | بيھار مال کي روڪَ<br>" ادا مال کي ڍَھڪ ڏي جيسين آءَ پُڄان = ادا...! مال کي بيھار جيسين آءَ پڄان" |
| ڍبي | پَکين جو رَڃُ<br>"ھاشم...! ڍبيءَ ۾ گھڻا پکي ڦاسايا اٿئي" |
| ڍلپار | وڻ جو قسم |
| ڍينڍ | مڇيءَ جو قسم (ھيءَ گرم مڇيءَ آھي، ھن مڇيءَ جو قد ٻہ اڍائي انچ ٿئي ٿو) |

| رَ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| رَڇَ | چارَ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. "سُر گهاتو داستان پهريون، بيت يارهون" ❋<br>"رويو رَڇَ نهارِيان، اَديون اَڄُ سَندانِ<br>سَڙي ساڄَ پِيان، وِيڙو لوهہَ لِکُون ڪَري"<br>❋ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| رَڙو | مڇيءَ جو قسم |
| روڙو | درياءَ جو نالو آهي. |
| رَڙڪو | روئڻ، پِٽڻ<br>"اي ڇورا...! رڙڪو تہ بند ڪر" = "اي ڇورا..! روئڻ پِٽڻ تہ بند ڪر" |
| راڙَ | روئڻ، زور سان روئڻ، اوڇنگارون ڏيڻ |
| روڏون | روئڻ، روڄ، راڙ ڪرڻ<br>"ڪالو..! تون روڏون اچي پيو ڪير تونسان وڙهيو آهي ڇا..؟"<br>"ڪالو...! تون روئيندو پيو اچين ڪير تونسان وڙهيو آهيان ڇا..؟" |
| راجا | خوشيءَ ۾ هڪبئي کي راجا چوڻ |
| ريبيون | رَڇَ جونالو آهي. (هِن رَڇَ ۾ ويهہَ پنجويهہ ماڻهون مڇي مارڻ جي وقت ڪم ڪندا آهن.)<br>"ناڪُئا...! مِکي بہ خلاصي ڏي تہ ريبيون ڪٽي اچون" |
| روپا | ننڍڙي ٻيڙي (جنهن ۾ چڙهي وڏي ٻيڙي يا وڏيءَ ٻيڙيءَ تائين پهچي)<br>"ادا ناڪئي عمر کان روپا وٺي آ تہ پاڻ واري هوڙي تي هلي پهچون" |
| رامتو | جهندو |
| رَسوئي | پاڇي، ڪاڏو ڀوڙ |
| ران | رَڇَ جو هينيهن ۽ مٿيون سڱو<br>"هيءَ اکر "را" ڪري پڙهبو لکڻ ۾ "ن" جي نشاني لڳائبي پر اُن جو آواز نہ ڪڍبو." |

| | رَڃ جي ران جنهن ۾ ڏور لڳندي آهي ۽ سِپئو لڳندو آهي. هيءَ ران پلاسٽڪ جي يا ريشم جي هوندي آهي. |
|---|---|
| روهڙو | پلاسٽ جو پائيپ جاتي وارا مهاڻا جي لفظ استعمال ڪندا آهن. |
| روهِڙو<br>رتو | ڀيٽ جو نالو درياءَ جو نالو<br>درياءَ جو نالو<br>هي درياهه محمودجت جي ڳوٺ جي پاسي ۾ وهندڙ سنڌو درياءَ مان نڪرندو آهي هيءَ سنڌو درياءَ جي ڇاڙ آهي. |
| راڄ واهه | درياءَ جو نالو |
| روڙو | فراڊ, ٺڳي غبن ڪرڻ<br>"اي ڇورا...! توُ نجو ڪم روڙو هڻڻ آهي" |
| رات جي راڻي | وَل جو قسم |
| دال | زال, (ونگرا ۽ لاڙي ڳالهائين) |
| ريپ | سڙهه جو ننڍو ٽڪرو<br>"اي ناکُئا...! واءُ تِکو ٿي ويو سڙهه جي ريپ نڪري وئي آهي"<br>"اي ناکُئا...! هوا تيز ٿي وئي آهي سڙهه جو ٽڪرو نڪري پيو آهي" |
| رُڳو | هَر ويِرو خوامر خواهه |
| رُڳو ريگ | هَر پيرو ضد, تحسب, ساڙ حَسد<br>"اي ڪالو...! تون ڪم ڪار ڪرين ڪونه رُڳو ريگ پيو ڪرين" |
| رَوڙَ | هڪَ ئي سَٽَ ۾, جلديءَ مان<br>"اي ناکُئا...! رَڃ کي رَوڙَ ڏي ڪُنَ ۾ پيو وَڃي" |
| رَتاڻي | اوڙڪ, پاڙو (جتن بلوچن جو پاڙو) |
| رَحمتاڻي | اوڙڪ, پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| رَمواڻي | اوڙڪ, پاڙو (ملاحَن جو پاڙو) |
| رَيسَ | ڊوڙ مقابلو پنڌ, مفاصلو |
| رِيسَ | ايءَ جو ڪر عمل ڏسي پوءِ آمادهه ٿيڻ اُن جو ڪو عَمل ڏسي پوءِ راضي ٿيڻ. |
| رِيشو | پونءِ, گندگي, جراثيمي |
| رِبڙَ پيڙهه | آجائي پَڪائي, ڪِر ڪِر ڪَرڻ |

| | |
|---|---|
| راڳو | گارَو (مِٽيءَ جو گارو. جنهن سان گهرن کي راڳبو آهي.)<br>"لِي...! تون راڳو پٽي ڪرين" = "ادي..! تون گارو پٽي ڪرين" |
| رَڇو | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو)<br>ڳوٺ جو نالو طالب رَڇو، ابراهيم رَڇو (تعقلو جاتي) |
| ربڙي | پلاسٽڪ جي ڏور<br>ڏور ۾ ڪُنڊيو يا ڪلو ٻڌي مهاڻا مڇي ماريندا آهن. |
| رَبڙي | ملائي، ڪاڻ واري ملائي<br>کير ۾ کنڊ کي ملائي پچاڻو پوندو. هن ۾ پشتا ۽ بادام به وجهندا آهن. |
| رَهڙيا | اوڙڪ، پاڙو (هنگورن جو پاڙو) |
| راوِٽي | اوڙڪ، پاڙو (هنگورن جو پاڙو) |
| رَتو | درياءَ جو نالو<br>هي ننڍو درياءَ آهي. جيڪو ساموندي پٽيءَ ۾ پئي دريا ۾ داخل ٿئي ٿو. رتو درياءَ هَلندو گوڏي واري درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. پوءِ گوڏ واري درياءَ مان هلندو. سوداگر درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. |
| رنگواٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن ۽ بلوچن جو پاڙو) |
| راڏاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن ۽ بلوچن جو پاڙو) |
| راجاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن ۽ بلوچن جو پاڙو) |
| ريئسن وارو | درياءَ جو نالو |
| رَٻ | پاڙيو<br>"اي ڇورا...! تون ته صفا رَٻ ٿي پيو آهين." = "اي ڇورا... !تون صفا پاڙيو ٿي پيو آهين"<br>اي ڇورا! تون ته صفا پاڙيو ٿي پيو آهي. |
| رَٻ | پٽڙو پت<br>"لِي...! آءَ رَٻ پچائي آمَ" = "لِي..! آئون پٽڙو پت پچايو آهي"<br>هيءَ رٻ بيمار ماڻهن جي تيار ڪئي ويندي آهي. يا مهاڻا، ساموندي علائقي جا ماڻهو ڏڪار جي حالت ۾ چانورن ۾ گهٽو پاڻي وجهي اُن کي رڌي پوءِ ٽڪر جي پاتڙي ۾ لاهي سُرڪيون پري پيندا آهن. |
| ريٽرو | بيڙي جو قسم هي لفظ مذڪر جي لاءِ استعمال ٿئي ٿو.<br>هن بيڙيءَ جي ڊيگهه ٽيهه پنجٽيهه فُوٽ هوندي آهي. ويڪر ۾ پنج کان سَتَ فوٽ ۾ هوندو آهي. |

| ريتري | ٻيڙيءَ جو قسم (مونث)<br>ريتري ٻيڙيءَ ويھن پنجويھن فوٽن تائين ٿئي ٿي. هن ريتري ٻيڙيءَ جو ترو سِڌو هوندو آهي ۽ پاسا مٿي هوندا آهن.<br>جَن کي............چئبو آهي. |
| --- | --- |
| رُکو | بغير سٽَپ وارو طعام، جاوب، ٿلو<br>" ابا...! گهر ۾ ڪجھ بہ ڪونہ هو رکو پيت چاڙهيو آهي. "<br>" اي ناڪئا...! آءُ رکو پيو هلان مون کي درياءَ تي ڪٽي هَل. " |
| ريج | پاڻي چڙهڻ<br>"ادا..! تو ٻنيءَ کي ريج ڏنو"<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سارنگ، داستان ٻيو بيت ٽيرهون"<br>*<br>ڏُر رَيا، ريجَ ٿئا، ڪِي اوهِيرن اوڪَ<br>ميها ڀِيڙ ڦَنگيُون، ٿِيا سَيَئِي توڪَ<br>چاچَر تِي چَنُنِ ۾، مينَهيُون چَرَن موڪَ<br>سَرهيون سَنگهاريون ٿيون پائين ٽُوسيُون طوقَ<br>لاٿَئِين مَٿان لوڪَ، ڏوگاهي جا ڏِينهڙا.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڇهريون 2009ع |
| ريج | چوپائي مال جي بيماري، مينهن يا ڳئون کي ٿيندي آهي.<br>"ادا...! ڳئون کي ريج ٿي ويو آهي. اُن جي جيري ۾ جائو پيدا ٿي ويون آهن." |
| ريل | ڪنارو ڪنڌي<br>سمنڊ جو اهو ڪنارو جنهن تي گُجو ريج گِهيريو ويندو آهي.<br>هڪڙو ماڻهو اندر پاڻيءَ ۾ بيهندو آ تہ ٻيو ڪناري تي بيهي رَڇَ جو هڪڙو ڇيڙو جهلي بيهندو آهي. ٻيو ڇيڙو پاڻيءَ ۾ بيٺل ماڻهو وٽ هوندو آهي. |
| روڏ | گَنجو (گنجي مٿي وارو) |
| ريلڻ | ويلڻ |
| رلي | گودڙي |
| رينچ | رڇ |

| | |
|---|---|
| روءِ | ڪاني<br>جنهن سان هوڙي جو سُڪاڻ پڌبو آهي هيءَ ڪاني سڪاڻ سان لڳل هوندي آهي، هيءَ ڪاني ٽن چئين فوٽن جي هوندي آهي. |
| رَس ڪيڻ | هوڙي کي ڏڪڻ<br>ناڪئو چوندو آهي.<br>"اي خلاصي اُٿو رَس ڪيو هاڻ ته بيهي رهياسين، مورڳو تيل آهي ڪانه، هوڙي ڍوري ۾ بيهي رهندي"<br>پوءِ سيئي خلاصي رسو ڪيئي هوڙي جي موريءَ جي اڳئين حصي ۾ ٻڌي چڪيندا ڪنڌي جي طرف هلندا ويندا آهن. |
| رُنگڻ | مڇيءِ جو قسم (هن مڇيءَ جو قد سَتَ اٺ فوٽ آهي) |
| رينگَ | دانهن، روئڻ<br>"اي ڪالو....! رينگ نه ڪر" |
| روٽَ | ڪتي |
| ريلا | لڳاتار وهي پيو |
| روڙا | وڏو مينهن |
| ريڙهي | گاڏي |
| ريتو | گهگهي جو قسم (ساموندي پٽيءَ ۾ بلوچ عورتون پائينديون آهن) |
| رائڙ | ڍل وننڊڙ |
| ريءَ واڙ | بنا واڙ |
| راهواٽي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو) |
| ريباري | ذات |
| رُگ | گرمي، تپش، ڪاڙهو |
| ريبڻ | مائل ڪرڻ<br>ادا ناڪئو احمد.... ! مِکي ڪالَ واري ڳالهه تي ريبڻ لڳو"<br>ادا....! ناڪئو احمد.! مون کي ڪالهه واري ڳالهه تي مائل ڪرڻ لڳو." |
| رکت | اوڌر بقايا، رهيل رقم |
| رکت | ضرورت واريون شيون |
| رَجيرا | اوڙڪ پاڙو (ساموندي پٽيءَ ۾ رجيرا ڪلمتيءَ بلوچ جو وڏو پاڙو آهي) |
| رِعدَ | گوڙ ڪڪرن بادلن جو گوڙ<br>"ادا...! اڄ اولهه ۾ رِعدَ پيو ڏسجي" |

| | |
|---|---|
| | "ادا..! اج اولهہ ۾ گوڙ پيو ڏسجي"<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر سارنگ، داستان پهريون بيت پنجون"<br>❊<br>ڪُڻڪن ڪانڌَ چِتَ ڪِئو جُهڙُ پَسئِو جُهڻڪَنِ<br>سُٽيو رَڙَ رَعَدَ جِي ڪَليون ٽيون ڪنبنِ<br>وارثُ وَري ٿَنِ اَچِي شال اولو ڪَريِ<br>❊ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| راڏاٽي | پاڙو (مُرگهر بلوچ جو پاڙو) |
| راڄواٽي | پاڙو (مُرگهر بلوچ جو پاڙو) |
| ريتي | پکيءَ جو قسم |
| رنگ | سوائي ڏي |
| روجهہ | جانور جو قسم<br>هيءَ جانورن ڦاڙهي ۽ هرڻ سان ملندڙ جلندڙ جانور آهي |
| رنگ | ڏيمو آواز |
| رچاني | رسم<br>(جڏهن گهوٽ لائون لهي ڇني دوستن سان ملڻ ويندو آهي ان وقت رچاني ادا ڪئي ويندي آهي)<br>ساموندي پٽيءَ ۾ بلوچن وٽ رچاني اڄ بہ آهي.<br>رچاني اها پرت پريل خوبصورت ڪپڙي جي ننڍڙي ڳوٿري جيڪا لفافي نموني هوندي آهي جنهن ۾ ڪارڪون، مصري، ڏونگي، ڪشمڪش، ڊاڪون، ڦوٽا، لونگ، سوپاريون (ڪٽيل) ڪنڊ پڳڙا وغيره ڀيل هوندا آهن |

## ز

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| زور | جور (ريڙهي وارا ماڻهو "ز" حرف جي جاءِ تي "ج" جو اُچار ڪيندا آهن.)<br>"ادا. . . ! ايڏو جور نہ ڏي" = "ادا...! ايڏو زور نہ ڏي" |
| زال | جال |
| زوري | جوري |
| زوال | جوال |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| | **س** |
| سُکاڻ | هوڙي جو پويون حصو<br>ناکئي جي ويهڻ واري جاءِ جِتي ناکئو ويهي هوڙي ڦيرائيندو گهيرائيندو آهي.<br>"شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي. "سُر سامونڊي، داستان پهريون، بيت ڇهون"<br>سامُونڊِري ٿُون سَنبَهي، ساڄو جَهلِ سُکاڻُ،<br>لَڳِي واءُ وَڏاندَرو مُنجهائي مِهراڻُ،<br>جِنِي ڀانيون پاڻُ، ڪَري توائِي تَنِ کي"<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| سونڊا | ڪارا، ( سنهي بانٺ جا ٿهيل ڪارا جنهن ۾ مڇي وغير رکجي) |
| سوئو | مڇيءَ جو قسم<br>هنِ مَڇيءَ جو قد پنج ڪان ڇهہ فوٽ ٿئي. هن مڇيءَ جي ڦوٽي مان آپريشن جو ڌاڳو ٺهندو آهي. |
| سَت گُلو | وَل جو قسم<br>هنِ جي وَل مِٺي ٿئي ٿي. |
| سنگَري | ڀوٽو<br>(ڳنڍيءَ جو وڻ يا ڪنڊو جڏهن ڦر وجهندو آهي تہ ان کي سنگر چئبو آهي جيڪو ڳُتي ڀوءِ پچائي کائيندا آهن.)<br>"لِي...! تواڄ ڪُڇا ساڳ بنايو آهي" = "ادي. ! تون اڄ ڪهڙي ڀاڄي چاڙهي آهي."<br>"لِي..! آءُ سنگَريءَ جو ساڳَ چاڙهيو ويٺي آهيان." |
| سونهڻ | گاهہ جو قسم<br>ڪائڻ ۾ ڪير جهڙو مِٺو آهي. هيءُ گاهہ وڏي قوت وارو آهي. مال جي لاءِ ڪارائتو آهي. جنهن سان چوپائي مالَ جو هَڏُ ۽ چَمڙي مضبوط ٿيندي آهي. ڪير وارا جانور جَهجهو ڪير ڏيندا آهن.<br>"ڪاري جي ڪارائڻ وڻ سِيئي واسيا<br>سونهڻ جي سرهاڻ مِٺو ساءُ نہ مٽيو"<br>نوٽ: سونهڻ جو گاه ڪاري ڀاٽيءَ ۾ ٿيندو آهي. اڄ بہ ان جي هڪڙي پن کي پٽي کائبو |

| | |
|---|---|
| | تہ مِنو ذائقو ايندو. |
| سونهڻ | رَسو سونهڻ گاهہ مان رَسو ٺهندو آهي اُن کي بہ سونهڻ چئبو آهي. |
| سِلوَر | مڇيءَ جو قسم (هي مَڇي مٺي پاڻيءَ جي آهي.) |
| سِيلڻ | پکيءَ جو قسم |
| سِيندر | پکيءَ جو قسم |
| سوهڻي | پکيءَ جو قسم |
| سوهڻي | پکيءَ جو قسم |
| سُڳنديون | ڏوري جو نالو |
| سِيئَر | مَڇيءَ جو قسم<br>ڪائڻ ۾ جهڙو ٻِلو هِن جو وزن ڏهن ٻارنهن ڪِلو کان مٿي ٿئي ٿو. چار پنج فوٽ هِن جو قد ٿئي ٿو. |
| سَريو | مَڇيءَ جو قسم، هيءَ مڇي مِٺي پاڻيءَ جي آهي. |
| سُتي لاڙو | جيت جو قِسم<br>هن جيت کي انگريزيءَ ۾ بي بي ڪليمہ"<Baby Clma" سڏيندا آهن. هِن جا ٻارنهن قسم ٿين ٿا. |
| سوڏو | جيت جو قِسم، هنِ مڇيءَ جو ٽيون حصو ٻِلوءِ هيئيون سنڌ ۾ سوڏو ذات آهي. |
| سَنهڙي | درياءَ جو نالو<br>ڪنهن وقت هِن درياءَ تي سوکي بندر قائم هو. سنهڙو درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. |
| سُيا | سُياڻي |
| سَڄي هَٿ واري | محنت ڪندڙ عورت<br>ڪِنهن جي اڳيان هَٿ نہ ٽنگڻ<br>"لِي...! سجي هَٿَ واري آهہ، مزوري ڪَري پنهنجو پيٽ ۽ پنجن ٻچن جو پاريندي آهي."<br>"هوءَ محنت ڪندڙ آهي. مزوري ڪري پنهنجو ۽ پنهنجن ٻچن جو پيٽ پاليندي آهي." |
| ساري | ٿاهي، ڪاهي |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| | "ناڪُئو احمد...! رَڃ پيو سارِي"<br>"ناڪُئو احمد...! رڃ پيو ناهي" |
| سارِيون | ناهيون<br>"اي ناڪُتا احمد، اي ناڪُتا الو اچو تہ رَڃَ ساريون" |
| سِيارو | اُتر طرف |
| سُنتَ | ڪِينچي<br>"لِي شاني...! مِڪي سُنتَ ڏيم ڪَپڙ ناهيان"<br>"ادي شاني..! مون کي ڪِينچي ڏي تہ ڪَپڙا ناهيان" |
| سُلائي | پُڏائي<br>اي ناڪتا! ڪا خبر سُلائي هوڙو هاڪارين پيويا نہ "ادا، مکي سلائي ڪِڃا ڪرين پيو.؟<br>هي لفظ ريڙهي وارا استعمال ڪن ٿا. |
| سَڪَ | جَڪڙيو |
| سُڪَ | سوگهو |
| سانئون | ڏُتَ جو قِسم |
| سامڙي | گاهہ جو قسم |
| ساءُ | ساهہ وارو لذت، مَزو<br>"لِي....! اڄ ڀاڄيءَ ۾ ساءُ آهي."<br>ايا! اڄ ڀاڄي مزي واري آهي. |
| سَتائي | پوريءَ مهل تي |
| سُرت | سَنڀال |
| سَرتِ | هوش، خبر |
| سُرلو | چٽو صاف |
| سِڙهہ | پيڙيءَ جو بادوان<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. "سُر ساموندي داستان پهريون، بيت سترهون"<br>"سِڙهہ سَنوان، لاڄُو نَوان، مَتن مُهاڻا مَل |

| | |
|---|---|
| جي اَچڻ آب اُڇل، سي ٻيڙا رکين ٻاجهہ سين.“ ※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع | |
| بندر جو نالو<br>ٻيٽ جو نالو | سوکي |
| ٻيٽ جو نالو | سياڳي |
| پوٽي جو قِسم | سَهي لاٽي |
| ميندي ءَ جي رات | سو |
| مڇي مارڻ جي ڪُنڍي<br>ڇهن ڇهن فوٽن تي هِڪ ڪِلو جنهن ۾ مڇيءَ جا ٽُڪرا لڳائي درياءَ ۾ ڦٽو ڪندا آهن. پوءِ مڇي اُن کي کائيندي آ تہ ڦاسي پوندي آهي. | سَنگل |
| ٻيٽ جو نالو | سَري |
| ٻيٽ جو نالو | سِير پُڪار |
| ٻيٽ جو نالو | سِير ڪاري |
| ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: ”سُر سامونڊي، داستان پهريون، بيت ٽيون“ ※<br>”لَڳي اُتر هِير، سامُونڊِري سِڙهہ سَنياهِيا،<br>نَنگرَ کَڻِي ناکُئا، ٽٽا سٽائي سِيرَ،<br>هِينَڙي نِتَ اُکِيرَ، کَاري کيڙائڻ جي،<br>سِير درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو اُن جاءِ کي ”سِير نر“ چئبو آهي. انگريزيءَ ”سِير ڪريڪ“ چوندا آهن.<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع | سِيرَ |
| پکيءَ جو قسم | سَتالو |
| ڳول، سوچي ڀڏاءِ،<br>”اي ناکُئا..! سِلو! تون سِل ڪر، ڪِٽ هلٽو آ.“ | سِل |
| سوڙو لَنگهہُ، اوکو پيچرو | سَڳر |

| | |
|---|---|
| | "ناڪُٺا...! خيال سان اڳيان سَگر اٿئي" <br> "ناڪُٺا...! خيال سان اڳيان سوڙو لَنگهه اٿئي " |
| سِميٽَڻ | گڏ ڪرڻ |
| سونچو | ڳڻتي، انتظار، ويچار ڪرڻ <br> "ناڪُٺا...! ڪُجا لاءِ پيو سونچو ڪرين، تون جو هوڙو خيرن سان وري ايندو" <br> "ناڪُٺا...! ڇالاءِ پيو سوچون ڪرين، تنهنجي هوڙو خيرن سان واپس ايندو" |
| سُڌير | چاٽو هوشيار ماهِر |
| سانَد | لڳاتار مُسلسل (سنڌ ۾ سانَد ذات آهي.) |
| سانوٽي | سائي گاهہ |
| سينگاري | مِٽي پاٽيءَ جي مَچي |
| سانا | جهينگا |
| سورائي | سائو گاهہ |
| سَئي | سائو گاهہ |
| سَنورِ | سائو گاهہ |
| سيجو | تيارڪرڻ، سَيعو ڪرڻ |
| سوسِ | بچت يا آسرو |
| سينبڌي | دوست عورت |
| سَجَ | سِجُ ( هي لفظ ريڙهيءَ وارا استعمال ڪن.) |
| سيل | ويڪر، ڊيگهہ |
| سَهي | ترُس، ٿوري دير ڪانپوءِ |
| سارڻ | ياد ڪرڻ |
| سَگها پَگها | نيڪ ناڪَ، تندرست، چڱا ڀلا <br> ساموندي پٽيءَ جا ماڻهو مهمانن کان حال احوال پڇندي چـون ادا تـوهين سِـگها پَگهـا آهيو" |
| سِگهو | جلدي |
| سِگهو وِستو | جلدي يا دير سان <br> "ناڪٺا...! ڪالو سِگهو وِستو ايندو." |

| | |
|---|---|
| ساڳ | ٻوڙ (سامونڊري پٽيءَ ۾ رهندڙ ماڻهو ٻوڙَ ۽ ڀاڄيءَ کي "ساڳ" چوندا آهن" |
| سرنگ | سنڀال ڪرڻ وارو<br>هوڙو لانچ يا ٻيڙيءَ ۾ ناکُٽي ڪانپوءِ ٻي نمبر تي سَرنگ هوندو آهي. هن جي اها ذميواري آهي.<br>خلاصين جي سنڀال ڪرڻ خلاصين ۽ ڀانڊاريءَ ڪان ڪمُ وٺڻ مَڇيءَ کي برف ڏيارڻ<br>"رَڇ وتائڻ. يعني درياءَ ۾ رَڇ کي لاهڻ"<br>"رَڇ چاڙهڻ. يعني هوڙي ۾ رَڇ چاڙهڻ."<br>جڏهن ٻيڙي يا هوڙي جي پکي ۾ ڪا چيز ڦسي وڃي يا رَڇ ڦسي پوي، تہ اُن کي ڇڏائڻ جي خلاصي نہ پر سَرنگ کي وِيٽو ئي آهي. |
| سيماٽي | اوڙڪ، پاڙو (جَتن جو سيماٽي پاڙو آهي) |
| سوڏاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو سوڏاٽي پاڙو آهي.) |
| سَمگهڻ | اوڙڪ، پاڙو<br>ملاحن جو سَمگهڻ پاڙو آهي. |
| سوتڪاٽي | اوڙڪ، پارو (جتن جو پاڙو) |
| سِئا | جوڙ جَڪَ، مَشورو |
| سارَڻ | ياد ڪرڻ |
| سانَبر | وقت جو اندازو |
| سُوا ٺلو سُوا ٺلو | جَهجو وڏيڪ، گهڻو |
| ساندارو | ٻي پَر يا ٻي پاسي پهچائڻ<br>"اي ناکُٽا...! هوڙو بيهار آءَ سانداري تي هلندس"<br>"اي ناکُٽا...! هوڙو بيهار ٻي پر تي هلندس"<br>سُڪل ڪانيون ۽ ڪَکَ گڏ ڪري انهن کي ٻَڌي مهاڻا ٻي پَر ويندا آهن تنهن کي ساندارو چوندا آهن" |
| سَانسار | ساهہ کڻڻ، ڪجهہ دير آرام ڪرڻ ساهي پٽڻ<br>"ادا..! ڊوڙي ڊوڙي ٿڪو آهين آٽي ٿورو سَانسار" |
| سِيڌو | راشن، گهر جو سامان، ويسي |
| سِيڌو | سنئون سِنڌو |
| سارَ | خبر چار وٺڻ، سنڀالڪرڻ |

| سارَ | ٽَٽل رَڃَ کي ڳَنڍڻ، رَڃَ جي سنڀال ڪرڻ |
|---|---|
| سارَ | چوپائي مال جي ماديءَ جي مخصوص عضوي کي سارَ چوندا آهي. |
| سِير ڳَنڍو | درياءَ جو نالو |
| سِير ڳَنڍو | ڳوٺ جو نالو |
| سَجڻ واري | درياءَ جو نالو |
| سِير ڳَنڍو | درياءَ جو نالو |
| سِير ڳَنڍو | ڳوٺ جو نالو |
| سَجڻ واري | درياءَ جو نالو |
| ساٿَ | سنوَڻ، ريتون، رَسمون |
| سانجهيئڙو | گيت<br>وانواهہ ۾ ويٺل ڪَنوار جي لاءِ، سانجهي وقت سَت سُهاڳڻيون اُن جي ڪمري جي دروٽ بيهي گيت ڳائيندي‍ون آهن. اُن کي سانجهيئڙو چئبو آهي. هيءَ رسم سامونڊي پٽيءَ ۾ رهندي مهاڻن وٽ اڄ بہ آهي. |
| ساڻِڪ | مَڇيءَ جو قسم (هِن مڇيءَ جو تور مُنو فوٽ آهي. ويڪر ۾ چار انچ آهي.) |
| سوداگر | درياءَجو نالو (سوداگر درياءَ هلندو سَٽائي درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو.) |
| سَٽائي | درياءَ جو نالو آهي. (سَٽائي درياءَ هلندو کُڏي درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو.) |
| سِيتل | درياءَ جو نالو<br>هيءَ درياءَ هَلندو "پٽو" درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. هي ننڍو درياءَ آهي. جيڪو هڪِ درياءَ مان نڪري پٽي درياءَ ۾ پوي ٿو. |
| سنهڙي ڪوير | درياءَ جو نالو<br>سنهڙي ڪوير، اڳتي هلي ڳَري، وڏي ڪوير ۾ داخل ٿئي ٿو پوءِ اُتان قِتل ڪوير مان نڪرندو هلندو اَڃي ٽُرسياڻ درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. هي درياءَ عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو آهي. |
| سِيسا | درياءَ جو نالو آهي. (سِيسا درياءَ هلندو اڃي ٻيرم درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو.) |
| سنهڙي | درياءَ جو نالو (هيءَ درياءَ نانگ واري درياءَ مان نڪري ٿو.) |
| سَٽائو | سوَلو<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سامونڊي، داستان ٻيو، بيت چوڏهون" |

| | |
|---|---|
| | اُهَر ٿا جِٺائِين، ڏِکَن ٿَن تَڙَا ٿِيين!<br>سامُونڊِرِين سائِين! واءُ سَٽائو وارِيين.!<br>٭ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| سَٽي | ٻُڏي |
| سَنهڙي وڏي | درياءَ جو نالو |
| سَنهڙي نَنڍي | درياءَ جو نالو |
| سَنڌ | درياءَ جو نالو |
| سانکي | اسان کي<br>" ڪالو....! سانکي وڏيهه زميندار سهيوئي ڪونهه."<br>"ادا...! اسان کي وڏي زميندار سنو ئي ڪونهه" |
| سُکائو | باس<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سامونڊي، داستان چوٿون، بيت نائون"<br>سَر نِسرئا پاندَ، اُتَر لَگا، آءُ پِرين،<br>مون تو ڪارڻِ، ڪانڌَا سَهسين سُکائُون ڳيون."<br>٭ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| سَگهار | اوزڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| سَهڪاٽي | اوزڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| سالاراٽي | اوزڪ، پاڙو (جَتن جو پاڙو) |
| سياهي | اوزڪ، پاڙو (جَتن جو پاڙو) |
| سَميجا | اوزڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| سُکاٽي | اوزڪ، پاڙو (مَلاحن جو پاڙو) |
| سَنگهر | زنجير<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر کَنيات، داستان چوٿون، بيت پندرهون"<br>دو دَستي دور پيرَ، سِيني سَنگهرَ رُڪَ جي<br>ماءُ! مُنهنجي ڪَرَهي، تازي قُلَنِ هيرَ<br>تَنِهِ کي ڪامِڙَ ڪَنڌِي ڪيرَ، جو مُونهين وَٽِ مَس رَهي. |

| | |
|---|---|
| ❊ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع | |
| ڪاني | سَرئي |
| سُرمو<br>"لِي سياڳي..! سَرئي ڪٽي اَڄَ سوئيرو اکين ۾ وجهان."<br>"ادي سياڳي...! ڪاني ڪٽي سُرمو اکين ۾ وجهان" | سُوئيرو |
| سُرمو پارائين پيو.<br>تون ماڳهين بي وقوف سمجهي سُوئيرو پيو پارائين. | سُوئيرو |
| واري واري، هَر هَر<br>"ادا...! سَئين سَئين سان راند ڪريو" = "ادا..! واري واري سان راند ڪريو"<br>"لئي..! تون سَئين سَئين ويس پئي مٽائين" = "ادي..! تون هَر هَر ويس پئي مٽائين" | سَئين سَئين |
| سامان، (ڪاري ۾ ويسي چوَن) | سَمرو |
| وِسوِسو وهم | سوَڻ |
| بند ڪرڻ<br>سکاڻ جي ٻڏڻ جي لاءِ روءَ ۾ ٽيل سوراخ هوڙي يا ٻيڙيءَ ۾ نڪري تہ اُن کي عارضيءَ طور ڪانيءَ جي ڪِليءَ سان بند ڪرڻ ڪانپوءِ هوڙو خشڪي يا سُڪيءَ تي پهچي تہ ناکُئا ان جي مرمت ڪرائيندا آهن.<br>" ابا...! فلحال هوڙي کي سُونهڻ ڪري ڇڏيو." | سونهڻ |
| ساسَر، پليٽ (جتڪي لهجو) | سانَسر |
| سوئا<br>سوئا فصل آهي. هيءُ ڄِيري جهڙو ٿيندو آهي.<br>مينهن يا ڳئون تازي ويامندي آهي ان کي بہ سُوئا چوندا آهن | سُوا |
| ڏاڙهي | سونهاري |
| لوئي | سال |
| سور<br>"ادا...! ڪالوءَ کي سوٽُ اُپريو آهي"<br>"ادا...! ڪالوءَ کي سور اُپريو آهي" | سوٽُ |

| | |
|---|---|
| سَهاڙو | مُنهن ساڙو (هي بيماري جو قسم آهي جيڪو ٻڪري کي ٿيندو آهي) |
| سورهو | سورنهن، سورهان |
| سٽرو | سترهَن، سترهان |
| سَتائي | ستاويهه |
| ستيتالي | ستيتاليهه |
| ستونجا | تونجاهہ |
| سَتون تير | ستهتر |
| سَتياسي | ستاسي |
| ستاڻو | ستانوي |
| سومار | سومر ڏينهن |
| سراڻ | سانوڻ |
| سائو | نيرو |
| سِيار | گدڙ |
| سِيڻ | پرين، ويجها عزيز<br>"لئي...! مونجا سِيڻ سباجهڙا آيا آمَ"<br>"ادي...! منهنجا ويجها مائٽ آيا آهن"<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. "سُر يمن ڪلياڻ، داستان ٻيو بيت تيرهون" ※<br>دارُون ۽ ڪارُون، جان ڪي ڪيا ويجَ مون،<br>ٻوڪيءَ ڏيندا ٻاجَهہ جي، نهاري ناڙُون،<br>جن جون سيڻَ لَهنِ سارُن، تن تان ڏُکندو ڏوُر ٿئي.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| سِينير | سِيڻ، ويجها مائٽ<br>"لئي..! اسان جا سِينير آيا آمَ"<br>"ادي..! اسان جا ويجها مائٽ آيا آهن" |
| سانگريٽي | دوداوَل |
| سُيڻ | سُڻڻ، ٻڌڻ |

| | |
|---|---|
| سرُخو | گهوڙي جو قسم |
| سنگم | ٻڪريءَ جو قسم<br>ڳئو جو قسم |
| سائي | ڳئو جو قسم |
| سوراتي | گاهہ جو قسم (هن گاهہ جو قد ٻہ ادائي فوٽ ٿئي ٿو) |
| سامونڊي | گاهہ جو قسم (هيءَ گاهہ زمين کان ٻہ انچ مٿي هوندو آهي) |
| ساڪاڻي | پاڙو. (ڳورائي بلوچ جو) |
| سيوت | گهگهي جو قسم (سامونڊي پٽيءَ ۾ رهندڙ بلوچ عورتون پائين ٿيون) |
| سَوٽَ | رسو سخت وٽ وارو رسو<br>"ادا ڏنار...! مهرباني ڪري منهنجي وهَٽ جو سوَٽَ وٺجانءِ"<br>"ادا ڏنار...! مهرباني ڪري منهنجي وهَٽ جو رسو سني وٽَ وارو وٺجانءِ" |
| سائين داداڻي | پاڙو (ٻوا بلوچن جو پاڙو) |
| سوچاڻي | پاڙو (ٻوا بلوچن جو پاڙو) |
| سرماراڻي | پاڙو (ٻوا بلوچن جو پاڙو) |
| سونهڻ | ڪاٺ جي ڪلي<br>ڪاٺ جون ٻہ پٽيون ملائي ان کي ڪليءَ نموني سنهون گهڙي ٻيڙيءَ کي هڻندا آهن. ۽ ان ڪليءَ کي سونهڻ چوندا آهن. اهي ٻہ پٽيون اهڙيءَ طرح سان پاڻ ۾ ملي ويندي آهن انهن جي جوڙ جي خبر نہ پوندي آهي.<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سامونڊي, داستان پهريون, بيت يارهون" ※<br>ڏنگي منجهہ ڏريا, ڪين ٻڏي ڪين اُپڙي<br>هُو جي واڍي واڍيا سي سُونهڻَ سَڀ سَڙيا<br>مُعَلمَ ماڳِ نہ اڳيين, فِرنگي منجهہ ڦِريا<br>مَلَاحَ تُهنجي مڪري اَچي چورَ چَڙهيا<br>جِتي ڍِينگَ ڏِريا, تِتي تاري تُنهنجي.<br>※ نبي بخش خان بلوچ, ڊاڪٽر, محقق ۽ شارح, شاهہ جو رسالو ڪراچي, سنڌيڪا اڪيڊمي. |

| | |
|---|---|
| | چاپو پهريون 2009ع |
| ساٿي | ملاح، مهاڻو<br>شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. "سُر گهاتو داستان پهريون، بيت ڏهون"<br>اوري هٿا تہ آئيا جيڪسِ وِٺا پِري<br>ساٿي سَڏُ ڪري، ماڳَ نِهاري موٽِئا"<br>٭ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، چاپو پهريون 2009ع |
| سوبلو | نوڙت ۾، سَنوت ۾<br>راقم الحروف کي 2009_10_15 تي ڪارو چاڻ ۾ ڊاڪٽر جليل ڪٽي ڀڏايوءِ ڪهچريءَ ۾ الهہ ڏنو خاصخيلي ۽ محمد رحيم مير بحر ويٺا هئا. |
| ساڏي | سَڏَ ڪندڙ |
| سِيلاڙو | پُسيل، آلو هريو |
| سَيرو | صحت مندَ، بَدن ۾ ٿُهيل<br>"ادا انور....! سَيرو ڏسجين پيو"<br>"ادا انور...! بدن ۾ ٿُهيل پيو ڏسجين" |
| سَيرو | شاهوڪار، طاقت وارو |
| سُوڌو | ٺيڪ ٺاڪ ،صحيح سلامت |
| سُودو | واپار وڻج ،سيڌو سامان |
| سياٽو | سادڙو سپاجهڙو نہ وڙهندڙ |
| سامهاڙو | بيماريءَ جو قسم<br>هيءَ بيماري رڍَ ۽ ٻڪري کي ٿيندي آهي جانور ڪجهہ کائيندو پيئندو ڪونهي هڪ جاءِ تي پيو هوندو آهي.<br>"لَئي ڪائيءَ جا چوڏا گڏ ڪري ان مال جي اڳيان رکي دونهون ڏيندا آهن تہ اهو جانور خوش ٿي ويندو آهي." |
| ساڙو | بيماري جو قسم آهي. |
| سِئريو | مڇيءَ جو قسم آهي. (هِن مڇيءَ ۾ زهر ٿئي ٿو) |

| | |
|---|---|
| سَنئو | سِڏو |
| سُجائي | زخمَ |
| سنگ چور | نانگ جو قسم (هي زهريلو نانگ آهي. هن جو قد اڍائي فوٽ کن ٿئي ٿو) |
| سِيڪَ | ٽئو<br>"ابا...! انهيءَ ڳِپُور کي باھِ کان پري ڪر سِيڪَ ايندس"<br>"ابا..! انهيءَ چوڪري کي باھِ کان پري ڪر ٽئو لڳندس" |
| سانوَٽي | گاھہ جو قسم (هن گاھہ جو قد ٻہ اڍائي فٽ ٿئي ٿو)<br>"اي ابا ...! سانوَٽي پٽي آڇ" |
| سُر | انداز |
| سوراڏي | پاٽيءَ واري شاخ |
| سوراڏي | ديهہ جو نالو (تعلقہ جاتي) |
| سوج | ٽوٽُر |
| سيلو | ويڪرو |
| سِبٽو | بڌب, لوهہ جي تار<br>ڪاٺ جي ڳِن ۾ بڌب هوندو آهي, جنهن سان عورتون ۽ مرد سِبٽو پڪا ناهيندا آهن. |
| سَئو | جانور (نر) (هي حلال جانور آهي) |
| سَئي | جانور (مادي) |
| سوَرو | سِڌو<br>"ادا....! تون سوَرو هَلُ"<br>"ادا...! تون سڌو هَلَ" |
| سَرگيل | چوپائي مالَ جي بمياريءَ جو قسم<br>جيئن ماڻهوءَ کي زڪام ٿئي ٿو تيئن جانور کي بہ زڪام ٿيندو آهي. |
| سانَهہ | پکيءَ جو قسم |
| سِڪرو | باز جو قسم |
| سُگل | گاھہ |

| | |
|---|---|
| سِيمُ | چرڻ<br>"ادا....! منهنجو مال سِيمَ ۾ ويو آهي" |
| سيارڙو | درياءَ جو نالو |
| سِيگاري | مڇيءَ جو قسم |
| ساني | مڇيءَ جو قسم (هِن مڇيءَ ۾ مَس ٿيندي آهي.) |
| سَتو | ڪپهه جو نمونو<br>پنَ ۾ ڪائي ٿيندي آهي، ان جي چوٽيءَ ۾ سَتو ٿيندو آهي. جنهن مان عورتون وهاڻا ٺاهينديون آهن. |
| سَرئو | وهاڻو |
| سينوڙي | سينهون<br>"ادي...! سينوڙي ڏي پاڻي پَري اچان"<br>مايون مٽي تي گهڙا رکي ان جي هيٺيان سينهون ڏيئي پاڻي پرڻ ويندیون آهن |
| سِرئو | لوهہ جي راڊ<br>هيءَ لوهہ جي راڊ هوڙي جي ڇاپ ۾ لڳندي آهي جنهن کي ڇاپ جو سِرئو چئبو آهي. |
| سُرڪي | اجان پيار |
| سنوارت | ڪَت، ڪياڙي ۽ ڏاڙي ٺهرائڻ<br>"ابا...! سنوارت ڪرائي آيو آهيان." |
| سَري | گذري پئي<br>"ادا...! توکان سواءِ سري پئي" |
| سيوزي. | ون جو قسم آهي. |
| ساڳيو | اُهوئي |
| سانگهيڙو | پيانو |
| سَنگا | زيوَر جو قسم<br>بلوچ عورتون پانهن ۾ پائين جيڪو چانديءَ ۽ سون جو زيوَر هوندو آهي. |
| سَنجرندا | چشمو جنهن ۾ هميشہ پاڻي بيٺو هجي.) |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| سِياليون | پاڙي واريون عورتون، پري واريون<br>"ادي...! اڄ ڪاڄ ۾ سِياليون بہ آيون آهن."<br>"ادي..! اڄ ڪاڄ ۾ پاڙي واريون ۽ پري واريون بہ آيون آهن." |
| ساڳوٽيون | سڱَن جا ڦُل، جهوڙو |
| سُٽِي | ٻُڏي<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪلياڻ، داستان چوٿون، بيت پنجون"<br><br>عاشِقَنِ اَللهَ جِي وائِي نَقد وَٽِي<br>سائِي ڳالَهہ سُٽِي، سوڳِهِي رَکيائون ساهہ سين<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| سَرِسَ | گهٽو۔ جهجو |
| سَبوجَهہ | هوشيار عقل وارو<br>شاهہ عبدالطيف ڀٽائي جو بيت آهي. "سُر ديسي، داستان پنجون، بيت ٻيو"<br><br>"راتِ ڏِٺائِين روجهہَ ڀانءِ ڪِ اوٺي آئيا،<br>پريتڻي پِرِيُنِ جي، سِڪڻ ڪي سَبوجَهہ،<br>هُئَي گهٽو اَبوجَهہ سوُرِنِ سَنهائي سَمُئَي.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| سون | رهبر، (جنهن کي گس جي خبر هجي) |
| سونگ | محصول،<br>"ادا...! تون پنهنجي سامان جو سونگ ڪٿاهِ آيا...؟"<br>"ادا..! توهان پنهنجي سامان جو محصول ڏئي آيا...؟" |
| سِنجَڻَ | پاڻي ڪيڻ، کوهہَ مان پاڻي ڪيڻ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: سُر مارئي، داستان ٻيو بيت ويهون"<br>※<br>سَتِيءَ ڳالهہ سُئِي، سَرتِين سِنجَڻُ سِنجَڻُ ڇڏِئو<br>ماروئڙِي محلن ۾، اڳي ڪانہ هُئي، |

| | |
|---|---|
| عُمرَ آءُ نہ مُٽيءِ انَ اويالِٽان اَڳَ ۾. <br> ❊ نبي بخش خان بلوچ, ڊاڪٽر, محقق ۽ شارح, شاھ جو رسالو ڪراچي, سنڌيڪا اڪيڊمي, ڇاپو پهريون 2009ع | |
| دونهين <br> ساموندي پٽيءَ جا مال وند ماڻهو رات جي وقت پنهنجي ڍورن کي مڇرن کان بچائڻ لاءِ دونهين ٺاهيندا آهن. جنهن ۾ ڇيڻا, ڪَک, تيلا, ۽ ڪلا گڏ ڪري دونهين ۾ وجهندا آهن ان کي سِنجَڻ چوندا آهن. <br> "اي ابا...! مال کي سِنجَڻ ڏي تہ مال کي آرام اچي | سِنجَڻ |
| اوڙڪ – پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) | ساڪاٽي |
| اوڙڪ – پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) | سوپاٽي |
| اوڙڪ – پاڙو (مُرگهر بلوچ جو پاڙو) | سُپاڙ |
| اوڙڪ – پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو | سوماراٽي |
| اوڙڪ – پاڙو (گبول بلوچ جو پاڙو) | سونياٽي |
| هڪ ٻي جي مٿان رکيل سامان <br> "ادا...! سامان سنڌيا پيا آهن" <br> "ادا...! سامان هڪ ٻئي جي مٿان رکيل آهي" | سنڌيا |

| ش | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| شُڪرانو | درياءَ جو نالو ييٽ جو نالو |
| شولاٽي | اوڙڪ، پاڙو |
| شيل | مڇي جو قسم |
| شاڙو | چا (هيءُ لفظ خاص ڪري جَتَ ڳالهائين" <br> "ابا احمد...! شاڙو ٿو ڪرين" <br> "ابا احمد...! چا ٿو ڪرين" |
| شِگل | چهرو شِڪل |
| شادي وارو | درياءَ جو نالو |
| شادي | اوڙڪ - پاڙو (جَتن جو پاڙو) |
| شهبيدگي | اوڙڪ - پاڙو (جَتن جو پاڙو) |
| شولاٽي | بلوچن جو پاڙو <br> ساموندي پٽيءَ جي ٽن ماڳن ۾ رهن ڪارو جاڻ ڪيٽي بندر. گهوراباريءَ جي علائقن ۾ جهجا رهن ٿا. |
| شاهياڻي | پاڙو (مُرگهر بلوچ جو) |
| شيرواٽي | پاڙو. پرا بلوچ جو پاڙو |
| شَهدو | سَدُ ڪري (جنهن جي دل هر ڪنهن ڳالهه لاءِ چوي) |
| شَهدِو | هَبڃ |

| ع | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| عال | مڇي جو قسم |
| عين بين | هو بہ هو |
| عالياڻي | پاڙو (مُرگهر بلوچ جو پاڙو) |
| عيساڻي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو) |
| عيسباڻي | پاڙو (پوا بلوچ جو) |
| علي خاناڻي | پاڙو (پوا بلوچ جو) |
| عيد واڻي | پاڙو (پوا بلوچ جو) |
| عالياڻي | پاڙوپوا بلوچ جو |

| ف | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| فقيراڻي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| | |

| غ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| غفوراڻي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| غلاماڻي | پاڙو (گبول بلوچن جو پاڙو) |
| غلاماڻي | پاڙوپوا بلوچ جو پاڙو |

| ق | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| ڦِٽي | درياءَ جو نالو ٻيٽ جو نالو<br>ريڙهي بندر کان ڇئن ڀنجن ڪلو ميٽرن تي ڦِٽي درياءَ جُهريءَ درياءَ مان نڪري عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو جنهن جاءِ تي چوڙ ڪندو آهي. اُن جاءِ خراب نقص. کي ”پٽي نر“ چئبو آهي. انگريزيءَ ۾ ”ڦِٽي ڪريڪ“ چئبو آهي. هي وڏو درياءَ آهي. |
| ڦيرو | چڪر |
| ڦٻاءِ | اڇلائي |
| ڦڳاءِ | اُڇلائي ڇڏ |
| ڦاٽ | ڪُليل |
| ڦاٽ | ڦاٽ درياءَ جو نالو آهي<br>ڦاٽ درياءَ جي ڏکڻ طرف مان ڪَٽندَ درياءَ نڪري ٿو. وري گهوڙي واري نار ۾ پوي ٿو.<br>وَنو درياءَ بہ ڦات درياءَ جي ڏکڻ مان نڪري ٿو ۽ اهو بہ گهوڙي واري نار ۾ داخل ٿئي ٿو. |
| ڦَسي | ڦاٿي، ڦاسي |
| ڦَسي رهي | ڦاسي پئي، ڦاٿي پئي |
| ڦِري پيو | چَڪر اچڻ<br>”اي ناکٿا....! هنِ نئين ڳيور کي درياءَ تي نہ وٺي هَل جي ڦري پيو..؟“<br>”اي ناکٿا....! هنِ نئين چوڪر کي درياءَ تي نہ وٺي هَل جي چَڪر اچي ويس.“ |
| ڦَتَهڙو | خراب. |
| ڦاٻٽو | مِٽي پاٽيءَ جي مَڇي |
| ڦلنگي | ٻيڙو (وڏي ٻيڙي جو قسم) |
| ڦانڊ | جهولي<br>”ادا...! ڦانڊ جهَل تہ وکر ڏيانءِ“<br>”ادا..! جهولي جهَل تہ شيءِ ڏيانءِ“ |

| | |
|---|---|
| ڦِٽو | درياءَ جو نالو آهي (هيءُ درياءَ ڦٽو درياءَ هلندو حجامڻو درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو.) |
| ڦِٽل ڪوير | درياءَ جو نالو (هيءُ درياءَ ڦِٽل ڪوير درياءَ هلندو ٽُرسياڻ درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو.) |
| ڦاڙ چوڏي | ڦاڙ چوڏي مڇيءَ جو قسم آهي هِن جو قد ڏيڍ فوٽ آهي ۽ ويڪر اَڌ فوٽ اٿس |
| ڦَرا چوڏي | هي چوڏيءَ مڇي جو قسم آهي هِن جو قد اڌ فوٽ آهي. ويڪر اڍائي انچ اٿس. |
| ڦتواٽي | اوڙڪَ پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| ڦلهارِ | رڪ. |
| ڦونڪٽي | بَلا جو قسم |
| ڦلُ | ماٽيءَ جو مٽيئڙو (تعلقو جاتي) |
| ڦورلاٽو | لاٽي جو قسم (هن لاٽي جو قد فوٽ ٿئي ٿو) |
| ڦَڏا | جَهجَهي<br>"ادا....! هن ڍنڍ ۾ مڇي ڦَڏا پئي چڏي"<br>"ادا...! هن ڍنڍ ۾ مڇي جَهجَي آهي" |
| ڦڙي | اڏامي<br>"ادا...! پکي ڦڙي ويا"<br>"ادا...! پکي اڏامي ويا" |
| ڦانگا | سنهڙيون ڪانيون |
| ڦاہڻ | مڇيءَ جو قسم |
| ڦوڪٽو | مڇيءَ جو قسم (هن مڇيءَ جو قد هڪ انچ تائين ٿئي ٿو.) |
| ڦرڻَ | ہي ڪان ڪجهہ زوري وٺڻ |
| ڦرِڻَ | ڪنهن ڳالهہ انجام ۽ واعدي کي وساري ڇڏڻ يا انجام تان ڦري وڃڻ |
| ڦيهو | ڪاٺ ۽ ڪَڪَن جي عارضي ٺَهيل جاءِ |
| ڦُلاٽي | پاڙو (پوَا بلوچ جو) |
| ڦَتي | صدري |
| ڦلٽا | داغ |
| ڦورائي | جدا ڪري، ڌار ڪري، چيري |

| | |
|---|---|
| | "اي جاني....! تون مون کان ڦورائي نہ وَڃَ" <br> "اي جاني ... تون مون کان جدائي نہ ڪري وڃَ" <br> شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ساموندي داستان ٻيو بيت ڇوڏهون" <br> ※ <br> وَرُ وِڏائِين وَنجَهہ کي، اُليڙَنُ نہ ڏي، <br> رَهہُ اَجُوڪي راتڙي، لالَڻَ! مُون لائي <br> وَڃ مَ ڦوڙائي، ايڏي سَفَرِ سُپِرِين! <br> ※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڀهريون 2009ع |
| ڦيڻ | ٿُڪ <br> "جهجهي جوش جي ڪري ڪريم جي ڦيڻ سڪي وئي" <br> "جهجهي جو جوش جي ڪري ڪريم جو وات خشڪ ٿي ويو" |

## ق

| لفظ | معنيٰ | |
|---|---|---|
| قريشي | درياءَ جو نالو | |
| قاسماڻي | اوڙڪ- پاڙو | (جتن جو پاڙو) |
| قيصراڻي | اوڙڪ - پاڙو | (مُرگهر بلوچ جو پاڙو) |
| قيصراڻي | اوڙڪ – پاڙو | (ڳورائي بلوچ جو پاڙو) |
| قيصراڻي | اوڙڪ – پاڙو | (ڀوا بلوچ جا پاڙو) |
| قادواڻي | اوڙڪ – پاڙو | (گبول بلوچ جو پاڙو) |

## ڪ

| لفظ | معني |
| --- | --- |
| ڪُڄاڙو | چا<br>"ادا...! ڪڄاڙو پيو ڪرين" = "ادا چا پيو ڪرين.<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. "سُر سريراڳ، داستان ٻيو بيت تيرهون"<br>جِتي لَهرِينِ لَکَ، ڳَنِ ڳرگَلَ پاڻَ ۾<br>اُتي عبَداللَطِيفُ چئي، رَبَ ٿُنهنجِي رَکَ<br>ڪُڄاڙو هِي ڪَکَ، ڀَرُ جَهلِيندا ڀيڙِ جو.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڪرمَٿ | پيالو<br>سامونڊيءَ پٽيءَ ۾ شڪاري قوم پيالو جي لاءِ ڪرمَٿ جو لفظ استعمال ڪندا آهن. |
| ڪامَٿ | ديگڙي، سامونڊي پٽيءَ ۾ شڪاري ديگڙيءَ جي لاءِ قوم جا ماڻهو هي لفظ استعمال ڪندا آهن. |
| ڪاڪَ | ديهہ جو نالو |
| ڪارو نيار | درياءَ جو نالو<br>هي درياءَ هلندو واڙي واري درياءَ ۾ پوي ٿو. جتي حاجي ابراهيم واڙي واري جو ميلو لڳندو آهي.<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سريراڳ، داستان ٻيو بيت نائون"<br>*<br>ڳِهڙِج ڳهاٽِي نِيءَ سِين، اِڳِئان ڳَپَرُ ڪارُونيارَ<br>اُڪارج آڏار لَهرِين مان، لَطيفُ چَئي.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڪمائي | مزدوري<br>مڙد ڪو ڪم ڪري ايندو تہ گهر واري چوندس.<br>"اڄ ڪِٿا "ڪمائي" ڪري آيو آن." |

| | |
|---|---|
| | اي چا ڪمائي آيو آهين.<br>عورتون ڪنهن گهر ۾ ڪمر ڪري ڏوڪڙ وٺي اچن تہ چون.<br>"ڙي! اسين ڪمائي ڪري آياسين." |
| ڪارو گونگڙو | ٻوٽ جو نالو – ديهہ<br>جاتي تعلقي ۾ ڪارو گونگڙو ٻوٽ آهي. |
| ڪِچَ | سنهي مڇي<br>ڪِچَ کي "گند" بہ چون. |
| ڪُئي | مڇيءَ جو قسم<br>هيءَ مڇي گولائي ۾ ٿيندي آهي.<br>هن مڇيءَ جي پُٺيءَ تي ڪارا چِٽ هوندا آهن. |
| ڪاشيل | ڏکڻ طرف. جَت ڏکڻ طرف کي "ڪاشيل" چون. |
| ڪوش | ڏکڻ طرف مهاڻا ڏکڻ کي "ڪوش" چون. |
| ڪرشو | گلاس: ساموندي پٽيءَ ۾ رهندڙ شڪاري قوم گلاس کي "ڪرشو" چون. |
| ڪوڏيارو | ديهہ جو نالو |
| ڪڏيرو | درياءَ جو نالو<br>ريڙهيءَ کان ٽن ميلن جي فاصلي تي ڪڏيرو درياءُ آهي. |
| ڪوڪا | جيت جو قسم<br>غير مسلم شوق سان کائين. |
| ڪيئڻ | ڪرڻ |
| ڪيڙيون | کهڙيون<br>"اي ناکئا! ڪيڙيون ٿو خبرون ڪرين." |
| ڪترو | رَڇَ جو قسم<br>مڇيءَ جي لاءِ وڏو نقصان وارو رَڇَ آهي. هن جا اکايعني ٻاريون صفا ننڍڙيون هونديون آهن.<br>جنهن سان مڇيءَ جو نسل تباهہ ٿيندو آهي. هن رَڇَ ۾ ڪا شيءِ قاسڻ کان پوءِ نڪري نہ ٿي سگهي. |
| ڪترو | ٻاٽيءَ جو ٽُڪڙو |
| ڪترو | ڏوري جو نالو |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڪترو | ٽيڏو<br>ڪو ماڻهو ٽنگن جي ٽيڏائيءَ سان هلي، اُن کي ڪترو هلڻ چوندا آهن. |
| ڪوراٽَ | نئين شيءِ، جا استعمال ٿيل نہ هُجي. |
| ڪوراٽ | ڀڳل، ٽُٽل<br>ڪِنهن ماڻهوءَ جي جسم جو ڪو حصو ٽنگ يا ٻانهن جُهري پوي، ٽُٽي پوي، يا ء ٽُڪر ٿئي، اُن کي ڪوراٽَ چون. |
| ڪاٽ ڪُتو | پکيءَ جو قسم |
| ڪڪڙاٽ | پکيءَ جو قسم |
| ڪنگو ڪلوتو | پکيءَ جو قسم |
| ڪوڙي | پکيءَ جو قسم |
| ڪاروندُ | ديھہ جو نالو |
| ڪنگو | مڇي جو نالو<br>ڪنگو: ڪاري پاڻيءَ جي مڇي آهي.<br>هن جي شڪل ٻگھہ جي چُهنب وانگر آهي. |
| ڪر منگرو | مڇيءَ جو قسم |
| ڪُرڙي | مڇيءَ جو قسم |
| ڪبرَ | مگر مڇيءَ جو قسم |
| ڪبرَ | سانن جو قسم (سانوُمعنيٰ جهنگو) |
| ڪُچا | چا |
| ڪُچا لاءِ | چالاءِ |
| ڪِچا لاءِ | چالاءِ<br>هي لهجو ريڙهي مياڻ وارا مُهاڻا استعمال ڪندا آهن. اُهي اڪثر لفظ جي هيٺان "ذير" جو استعمال ڪندا آهن. |
| ڪو | ڇو |
| ڪچو | اڌسِير |
| ڪڏو | جيت جو قسم (هن جيت کي انگريزيءَ ۾ Kong shsll چوَن.) |
| ڪڏي | جيت جو قسم. ڪڏي جيت پاڻيءَ ۾ هوڙن. بيڙين. لانچن کي لڳي تہ اُن جي ڪاٽَ کي |

| | |
|---|---|
| | ٽُڪيو چڏي، |
| ڪِڏي | ساني جو قسم. جنهن جو قد ٻن ڪان اڍائي انچن جو آهي. |
| ڳنجهو | وڻ پٽل جو ٿانءُ<br>"اي خلاصي...! ڳنجهي ۾ پاڻي ڪڻي اچ"<br>"اي خلاصي ...! وٽي ۾ پاڻي ڪڻي اچ" |
| ڳنجهه | جهيڻي انداز ۾ ڪِنجهڻ |
| ڳنجهو | ڳنجهڻ، وڏي دانهن |
| ڳنجهو ڳنجهه | دانهن تي دانهن، رڙ مٿان رڙ<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر يمن، داستان پهريون، بيت سترهون"<br>*<br>اُڄ پُڻ ڳنجهو ڳنجهه، واڍوڙڪيءَ مَنهين<br>جو پُڻ پيئَن سَنجهه، تہ هوءِ ڀنيُون هوءِ ڀتيُون.<br>* ڪليات آڏواڻي، شاهه جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبه اسحاقيه، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڳنين | ڪنڌين<br>"اي ناکئا...!هوڙا ڳنين تي بيٺا آهن."<br>"اي ناکُئا...! هوڙا ڪنڌين تي بيٺا آهن" |
| ڪِيرو | ڪلو<br>"ادا هاشم...!ڪاٺ جو ڪِيرو زمين ۾ کوڙ"<br>"ادا هاشم...! ڪاٺ جو ڪلو زمين ۾ هڻ" |
| ڪِٽس | ڪيس |
| ڳڏو ڪڍيون | ڪچهري، مجلس، عورتون پاڻ ۾ ڳالهائين<br>"لي...! شانوءِ سُکي ڳڏو ڪڍيون ويٺيون آهن."<br>"اي...! شانوءِ سُکي ڪچهري ويٺيون ڳن." |
| ڪاڍو | رَڃ<br>ڪاڍو رَڃ ننڍين اکين معنيٰ ٻارين وارو آهي. سنهي مڇي لاءِ نقصان وارو آ.<br>هن ڪاڍو رَڃ سان مڇيءَ جو نسل تباهه ٿيندو آ. |
| ڪاڍو | ڇڪ، ڪشش،<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر ڪوهياري، داستان پهريون، بيت پهريون" |

| | |
|---|---|
| | ❊<br>ڏونگَرَ! توُن ڏاڍو ڏاڍا! ڏاڍايون ڪرين،<br>مون تَنَ آندَرِ تيئَن وَهِن، جئن وَڻُ وَڍي واڍو<br>اي ڪَڪَرمَ جو ڪاڍو ناتَ پَٿَرِ ڪيرَ پَنڌَ ڪَري.<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبه اسحاقيه جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪارب | سانچو |
| ڪارڻ | لاءِ، واسطي<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي، ”ڪوهياري، داستان پهريون، بيت چوٿون“<br>آلوڙا اَکين، آيَمِ نِنَڊ اَياڳَ کي!<br>هاڻي هِنَ ڀَنيورَ ۾، گهارِيان ڪارَڻِ ڪن<br>اَڍِيون! اونَيِڙَنِ، هِنئين سان هاچو ڪَيو!<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبه اسحاقيه جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪارڻ | سبب، وَجهه |
| ڪاڳل | جيت جو قسم. جيڪو ڀن پُٽَرن وارو ٿيندو آ. |
| ڪاڪُل | وار، ذلف<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي، ”سُر سُهڻي آبري داستان ڇهون، بيت ڀيو“<br>❊<br>دَردُ نه لَهي داروئين، زُلفَ زورُ ڏِنوم،<br>ڪاُڪلُ ڪالَ ڏِنوم، رُخساري تي رُپَ سين.<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبه اسحاقيه جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪاڳت | زرو ٻَل، سگهه |
| ڪانِجهي | چانورن جي رَبَ |
| ڪانهِلو | سُست، بيڪار |
| ڪَتڻ | ماپڻ |
| ڪمرڪَ | لَتي جو قسم، مرڪ |
| ڪانچَ | شيشو |
| ڪِيڪُٽ | ساني جو وڏو قسم (جنهن جو قد ڏهن انچن کان ٻارنهن انچن تائين ٿئي ٿو.) |
| ڪِيڪَٽ | دانهن، رڙيون |

| | |
|---|---|
| ڪَلري | ساني جو قِسم<br>هنِ ساني جو قد ٻن ڪان چئن تائين ٽئي ٿو.<br>هن جي ڇلَر تي مخصوص ڪارا پَٽا هوندا آهن. |
| ڪُن | ديهه جو نالو |
| ڪانهر | درياءَ جو نالو<br>عربي سمنڊ ۾ ڇوڙڪري ٿو. جنهن جاءِ تي ڇوڙڪري ٿو اُن جاءِ کي اصل ۾ ڪانهر چوندا آهن. گاهہ جو نالو هو. ان نالي سان هن درياءَ جو نالو پيو. |
| ڪانگٽي | هي درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. اُن جاءِ کي ڪانگٽي نَر چئبو آهي. |
| ڪاجر، ڪاجهر | ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو<br>هي درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙڪري ٿو اُن جاءِ "ڪاجرنَر" چئبو آهي. |
| ڪاجي | قاضي<br>ساموندي پٽيءَ ۾ شڪاري قوم جا ماڻهو ڪاجي لفظ استعمال ڪندا آهن. |
| ڪَڏو | ٻيٽ جو نالو |
| ڪَس | درياءَ جي ڇڏيل زمين |
| ڪَلوري | سائو گاهہ |
| ڪَنڊو | سائو گاهہ |
| ڪال | ڪالهہ<br>"ادا..! ڪالو ڪال پَڪار درياءَ تي ويو هو"<br>"ادا...! ڪالو ڪالهہ پَڪار درياءَ تي ويو هو"<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر گاتو داستان ٻيو بيت ڇهون"<br>*<br>جان جَرُ هُتَرُو جالَ، تان تُون مَڇَ نہ موٽِئو<br>ٻُوٽِڙِي اَڄُ ڪِ ڪالَ، سائُيوُن سانگنِ ۾.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ٻهريون 2009ع |
| ڪاتيل | وَل جو قسم |
| ڪنڊرو ڇيڙ | وَل جو قسم |
| ڪَريلو | وَل جو قسم |

| | |
|---|---|
| ڪَرلاٽو | ڀوتو |
| ڪَن ڪيوڙي | لاٽو |
| ڪَريڙ | ڪاري پاڻيءَ جي مڇي |
| ڪَٽين | توڪي |
| ڪِيج | ڪَج |
| ڪِيڙي | ڪهڙي |
| ڪين جو | ڪنهن جو |
| ڪوَرَ | ڪِنارو پاسو<br>"ناڪا...!، پَٽ پُسيو پيو آ"ڪور" ڏئي وَڃ" |
| ڪارون | وَس ڪيم، هِيلاهَلايا، جَتَنَ ڪيم ، ڪوششون ڪيم، منٿون ڪيم<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سامونڊي، داستان ٽيون، بيت اُٺويهون"<br>※<br>پُران مانَ پُڃان، بَندَرَ مُون ڏُورِ ٿِئا<br>نہ مُون هَڙَ نہ هَنجِ ڪِين، ڇِپِي جو ڇَڙهان<br>تِيَهِين ڪَج پاڻِي! جَنہِ پَر پِرِينءَ مِڙان<br>ڪارُون تي ڪَريان، تو دِرِ اُپِي ناڪُئا.<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڦيريون 2009ع |
| ڪُل | ڇُلهہَ، جنهن تي رڌ پچاءُ ڪجي. |
| ڪُرو | ڇا. سامونڊي پٽيءَ ۾ رهندڙ ڪڇي ڳالهائين. |
| ڪِنهن گورين | ڪِهڙي پاسي |
| ڪِئندي | ڪندي<br>"اِي...! منهنجو ڪَم ڪِئندي ڙي"<br>"اِي...! منهنجو ڪم ڪَندينءَ" |
| ڪِئنديس | ڪَنديس |
| ڪَپڙ | ڪَپڙا<br>ڪَپڙ، هي لفظ ريڙهي وارا گهڻو استعمال ڪندا آهن.<br>هڪ عورت درزيءَ کي چوي ٿي. |

| | |
|---|---|
| | "ادا....! هي ڪپڙ وٺ مِکي سبي ڏيمر." <br> "ادا...! هي ڪپڙا وٺ مون کي سِبي ڏي" |
| ڪپڙ لَتا | ڪپڙا لَتا |
| ڪڙو | هِڪڙو اڪيلو <br> هي لفظ جَت استعمال ڪندا آهن. |
| ڪڙو ماز | هڪڙو ماڻهو |
| ڪڙ ملڪ | ديهہ جو نالو (تعقلوجاتي) |
| ڪِيٽين | ڪيڏانهن <br> "ڪِيٽين پيووَجون." <br> "ڪيڏانهن پيووجين." <br> "ڪاڏي پيووجين" |
| ڪوش | ذڪرُ اولهہ ڪُندِ |
| ڪِني | خراب، گدلو ميرو بدعادتو |
| ڪِني | ڪِن، ٿورڙن <br> شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي " سُر سري راڳ، داستان پهرين، بيت ارڙهون" <br> وَڪَرُ ڍيرَئُون ڍيرَ، پَرَ وِهائُو ويسَلا. <br> ڪِنِ وِهائي وَسِ ڪِئو وَکَرُ وَڏيءَ وِيرَ، <br> ڪَنِي گهُمندي سيرَ، وکَرُ وِڪامِي وِئو. <br> ❋ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڪِنو | غلط خراب، جيڪو خراب روش اَختيار ڪري، غلط مزاج ۾ هَلي، |
| ڪِسو | ڦِڪو بنا سواد جي |
| ڪورنگي | بيٽ جو نالو درياءَ جو نالو آهي. <br> هي درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙڪري ٿو. اُن جاءِ کي "ڪورنگي نَر" چئبو آهي. |
| ڪاڳر | ڪاغذ، پَنو |
| ڪارَ | سواري جو نالو |
| ڪارود | ديهہ جو نالو (تعلقو جاتي) |
| ڪانَپ | پُٺن ڪان ڪپڙو ويڙهي گوڏن کي بند ڪري ويهڻ -(ڪانپ ڪيڍي ويهڻ) |

| | |
|---|---|
| ڪمي | ڪم ڪار ڪرڻ وارو مزور |
| ڪمي | کوٽ، اڻ هوند |
| ڪُنر | مڇيءَ جو قسم |
| ڪنگا | مڇيءَ جو قسم |
| ڪِچڪ | مڇيءَ جو قسم |
| ڪولگر | مڇيءَ جو قسم |
| ڪڪاڻ | مڇيءَ جو قسم |
| ڪوري | مڇيءَ جو قسم |
| ڪرگاڻ | مڇيءَ جو قسم |
| ڪويون | مڇيءَ جو قسم |
| ڪِيئر | مڇيءَ جو قسم |
| ڪوهين | ڪيڏانهن<br>"ڪوهين پيووڃين.؟" |
| ڪوني | ديهه جو نالو تعلقو جاتي |
| ڪاهي | ڪير..؟ (هيءَ لفظ مؤنث ۽ مُذڪر جي لاءِ استعمال ٿئي ٿو.) |
| ڪاهو | ڪير...؟ مذڪر لاءِ استعمال ٿئي ٿو. |
| ڪاڪ | درياءَ جو نالو ديهه جو نالو |
| ڪلڪاچاڻ | درياءَ جو نالو ديهه جونالو |
| ڪُتيا | ڊوري جو نالو |
| ڪبرَ | قيمو (مڇيءَ جو قيمو ساني جو قيمو) |
| ڪاتيار | ديهءَ جو نالو اوڙڪ. پاڙو ذات آهي. |
| ڪُتير | ساني ۽ مڇيءَ کي ڪُتي اُن جو قيمو ناهيندا اهن. تنهن کي "ڪُتير" چئبو آهي. |
| ڪنڊرومگرَ | هي مڇيءَ جو قسم آهي.<br>هن جو قد پنج فوٽ ٿئي ٿو ۽ ويڪر ۾ اڍائي فوٽ آهي. |
| ڪاهو | پکي |
| ڪاناتومگرو | هي مڇيءَ جو قسم آهي.<br>هن مڇيءَ جو قد پنج فوٽ آهي ۽ ويڪر ۾ اڍائي فوٽ آهي. |

| | |
|---|---|
| ڪهير مگرو | هي مڇيءَ جو قسم آهي.<br>هن مڇيءَ جو قدم پنج فوٽ ٿئي ٿو ۽ ويڪرائي فوٽ آهي. |
| ڪوري مگر | هي مڇيءَجو قسم آهي. (هِن مڇيءَ جو قد فوٽ کن جيترو آهي.) |
| ڪارنج مگر | هي مڇيءَ جو قسم اهي.<br>هنِ مڇيءَ جو قد اٺَ ڏهہ فوٽ ٿئي ٿو. ويڪر ۾ پنج فوٽ آهي. |
| ڪڏيرو | درياءَ جو نالو آهي.<br>ڪورنگي درياءَ ۽ ڦٽي درياءَ جي وچ ۾ "ڪڏيرو درياءَ آهي. |
| ڳٽوري وارو | هي درياءَ جو نالو آهي. |
| ڪچَر | نانگ<br>"ادا...! گس تي ڪچَر ڏنو اٿم" = " ادا ...! گس تي ڪچَر ڏنو اٿم"<br>"شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر ڪارايل، داستان ٻيو بيت ٽيون."<br>❊<br>آسَڻَ جن آريجَ ۾، اُءِ ڪچَرَ وِهِ ڪري،<br>تن جا مُنهَن مَلڪِن جَهڙا، تِکو نان نہ ٽري،<br>جي اُنهين سانءُ سانءُ آڙي، تہ ڪانهي جاءِ جَريءَ جي.<br>❊ ڪلياتِ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪَهين جو | ڪِنهن جو (جَت ڳالهائين) |
| ڳَڏهون | ڳَڏهن (جَت ڳالهائين) |
| ڪورنگي | درياءَ جو نالو |
| ڳڏو وڏو | درياءَ جو نالو |
| ڳڏو ننڍو | درياءَ جو نالو |
| ڪُتڪو | درياءَ جو نالو |
| ڪيبين وارو | درياءَ جو نالو |
| ڪوٽي سَر | درياءَ جو نالو |
| ڪُنوار وارو | درياءَ جو نالو |
| ڪُنيار | درياءَ جو نالو |
| ڪاڇواڻي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |

| | |
|---|---|
| ڪاراٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| ڪالواٽي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| ڪُرڙي | مَڇيءَ جو قسم<br>هن مڇيءَ جوقد ڏيڍ فوٽ کان پنجن فوٽن تائين ٿئي ٿو. وزن اَٽ ڪلو تائين اَٿس. |
| ڪَڙَ | ڪِڏَ (جت ڳالهائين)<br>"ابا...! اُڇي پاٽي ڪَڙَ" = "ابا! اُٿي پاٽي ڪِڏِ" |
| ڪَڙهہ | پِي، (جت ڳالهائين)<br>"ادا...! چانهہ ڪَڙهہَ"<br>"ادا...! چانهہ پِي" |
| ڪونڙو | ننڍڙو (مُذڪر) لاءِ استعمال ٿئي ٿو (جت ڳالهائين)<br>"هي ماهون ڪونڙو هَزَ"<br>"هي منهنجوننڍڙو آهي" |
| ڪونڙي | ننڍڙي (مونث)<br>"اِها ماهين ڪونڙي هَزَ" = "اِهامنهنجي ننڍڙي آهي." |
| ڪُزهہ | ڪُهہ، وَڍِ، ڪَپ |
| ڪِ | ڪي<br>"اِها ڪُڪڙ ڪُزهہ تہ مِزمان ڪِ ڪارايان."<br>"اِها ڪُڪڙ ڪُهہَ تہ مهمانن ڪي ڪارايان." |
| ڪِيجو | ڪنهن جو<br>"تون ڪِيجوجو پُٽ آهين"<br>"تون ڪنهن جو پُٽ آهين." |
| ڪلاڙ | ميخانو<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر يمن، داستان ڇهون، بيت اوڻٽيهون"<br>*<br>سري ڪِين ڪِئو ويڙَ مون ڪيءَ جي مارئا،<br>ڪوجو سُخُنُ ڪلاڙَجو پتي تي پئو.<br>تنهان پوءِ ٿئون، مَرڻ متارن ڪي.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر. محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |

| | |
|---|---|
| ڪڪَڻ | ڏنگڻ<br>"ادا ...! ڪالو کي نانگ ڳَڪڻ ڪيو"<br>"ادا..! ڪالو کي نانگ ڏنگيو آهي." |
| ڪِيئو | جيت جو قسم<br>هي جيت صفا ننڍڙو ٿيندو آهي. شڪل ۾ رنگيلو آهي. چوپائي مال کي رانَ ۾ ڏڪُ هڻندو آهي. |
| ڳَنبُ | گهر جي ڳُنبُ، ڇَني جي ڳُنبُ |
| ڪانوڙو | ڪاٺ جو ٿالهه |
| ڪونجهہ | ڪونج |
| ڪوِل | ڪويل |
| ڪِيات | ڪِيٽ |
| ڪاٺ | مُنهن رکي (ٻار کي مَٿان ڍڪڻ لاءِ) |
| ڳَتورو | وٿي، ڳَتورو |
| ڪرِسيو | لوٽو |
| ڪپراٿي | ڪيپراٿي |
| ڳَڳڙَ | ڪَڏو<br>"ادا...! مينهن جي پُڇَ مٿارا ڳَڳڙَ پيون آهن، هاڻي مينهن ويامي پئي"<br>"ادا...! مينهن جي پُڇُ مٿان ڪڏون پيون آهن، هاڻي مينهن بهہ ڀڳا آهن ويامڻ تي آهي." |
| ڪنوات | گورو |
| ڪوڙي | اُٺ جو پَنجو– پير |
| ڪوٽِري | ٻُجڪي |
| ڪِيڙا | ڪيلا (جت ڳالهائين) |
| ڪڙي | زيور جو قسم (پيرن ۾) |
| ڪُنڊو | ور، (نَٿ ۾ ٻڌڻ جو) (جت ڳالهائين) |
| ڪارو نانگ | ڪاريهَر |
| ڪانال | ويڪر (جت ڳالهائين) |
| ڪارينگال وَل | چِنيائو |

| | |
|---|---|
| ڪمال پٽ | ويگر |
| ڪاڦي | گهٽو |
| ڪگري | ٻاريون، جتي ٻج پوکجي |
| ڪونڊي | ڪکڙين جي ويهارڻ واري جاءِ |
| ڪُکر | ڪکڙ بيدي لاهڻ وقت دانهن ڪرڻ |
| ڪَن ڪڙهي | ڪم پيو سُجهي ڳالهه پئي ياد اچي |
| ڪچ جي ڪانگ | پکي جو قسم<br>هي پکي سمنڊ ۾ ٿيندو آهي، هن جو رنگ پيلو هوندو آهي |
| ڪارَ | ڏنڊ<br>ادا آسمان ۾ ڪار ٿي آه |
| ڪوٽ ڪالر | چولو<br>اهو چولو جنهن کي مرداڻو ڪالر هوندو آهي. ڪي عورتون شوق مان ان چولي تي پيرت پرائيندڀون آهن. ۽ اهي گربي سلوار تي اڪثر پائيندڀون آهن. هيءُ چولو ملاح، مهاڻا، ٿيمڙا، ٿهيمور، ٻوڙيو ۽ رَڇو ذاتين واريون عورتون پائين ٿيون. |
| ڪپڙو | لاٽو<br>هي لاٽي جو قسم آه<br>ڪپڙو لاٽي کي لال لاٽو چوندا آهن.جو قد ٽي چار فوٽ ٿئي ٿو. |
| ڪارو مل | دريا جو نالو<br>هيءُ درياءِ سير دريا مان نڪرندو آه |
| ڪاروڻ | پاڻي جي نالي |
| ڪارو دوتر | مڇيءَ جو قسم<br>هن جو قد ٻه اڍائي فوٽ ٿئي ٿو. |
| ڪارڏاهي | مڇيءَ جو قسم<br>هن جو قد ٽي چار فوٽ ٿئي ٿو |
| ڪنگٽي | ساري جو فصل |
| ڪچئون | بلا<br>مڇيءَ کي کائيندي آهي |

| | |
|---|---|
| ڪوڪئي | ڪيڪڙو |
| ڪوڪي | پکيءَ جو قسم |
| ڪار ٻائو | پکيءَ جو قسم |
| ڪڪڙات | پکيءَ جي قسم |
| ڪاري ٻگهي | پکيءَ جو قسم |
| ڪوراڙي | نانگ جو قسم |
| ڪوري | نئين<br>"لَئي.... !هيءَ دلي ڪوري آهي" = "ادي..! هيءَ دلي نئين آهي" |
| ڪارو پاڻي | صاف پاڻي<br>اي ناڪُنا....! هِت ڪارو پاڻي آ مڇي جهجهي ڪونہ مرندي هل تہ اڳي هلون" |
| ڪاري لاٽي | گاهہ جو قسم |
| ڪِنائي | مادي پکيءَ جو قسم |
| ڪِنائو | نر پکيءَ جو قسم |
| ڪرڙ | وڻ جو قسم |
| ڪتورو | وَٽو |
| ڪوئي | اِئينءَ<br>"اي مائي...! ڪوئي نہ ڏي مِکي ڏي".<br>"اي مائي...! ائين نہ ڏي مون کي ڏي" |
| ڪوهيرو | انب جي ڪَڪڙي |
| ڪل | چاڻ |
| ڪل | گاهہ جو قسم (هن گاهہ کي چوپايو مال گهڻ کائيندو آهي) |
| ڪاهين | گاهہ جو نالو |
| ڪرجي ماني | ڻانڊن تي سيڪيل ماني<br>"اي بانو...! اڄ مون کي ڪر جي ماني چلهہ ۾ پچائي ڏي" |
| ڪاڙهہ | ڪاڙهڻ (هن لفظ جي اها مراد آهي تہ مڇي جي وَهہ ڪيڻ.)<br>"اي...! ڪاڪا قاسم ڍينڊ مڇي ڪاڙهہ تہ وَهہ ڪيون" |
| ڪايا | ٻِرو جِسم |

| | |
|---|---|
| ڪايا | ڪاٺ جا وڏا ٽُڪرا |
| ڪائو | شيشو، ٽڪ |
| ڪَچُ | ڪوڙ<br>شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سري راڳ، داستان ڀهريون، بيت ڇهون "<br>❊<br>ڪَچُ ڪمايومِ ڪُوڙَ ڀَڳَمِ عَهدَ اللهَ جا!<br>ڀِڄرو جو ڀاڻِن جو سو چوڻيءَ تائين چوُرُ!<br>مَعلومَ آتيئي موُرُ ڳُوڙها! اِنهيءَ ڳالهہ جو.<br>❊ ڪلياتِ آڏواڻي، شاهہ جو رسالہ ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪلمتي | اوڙڪَ _ پاڙو<br>ڪلمتي، هوت بلوچ جي اولاد آهن. جيڪي سنڌ جي ساموندي پٽيءَ ۾ جهجهي تعدا ۾ رهن ٿا. هنن جي ٻولي سنڌي آهي. بلوچي عورتون ويس ۽ وڳا بلوچي پائين ۽ هنن جو ريتون رسمون بلوچي ۽ آڳاٽيون سنڌي آهن. |
| ڪُلوئي | اوڙڪ پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| ڪپوراٽي | اوڙاڪ پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| ڪوُبِرَ | اها ويل نہ اوير |
| ڪهي | ويئي، |
| ڪهيو | ويو |
| ڪيو | ڪيائين، |
| ڪُپَر | ٻچڙي ڀر، ٻچڙو هَلڻ<br>"ادا...! آتون ڪُپر ڪيان پيو ڪرين ؟"<br>"ادا...! تون ٻچڙو چو ٿو هلين " |
| ڪُٽِڪِنِ | ڪُرڪن، ڏيٺو آواز.<br>"لَئي...! ڪالهہ ڪان وني ڪُٽِڪَ ڪُٽِڪَ ڪئي اٿئي ڪهڙو ڏکَ اچي توکي لڳو آ"<br>رات جو اڪيلي عورت پنهنجي ڪَکَن ۾ ويئي آهي. اُن جو ڪانڌ يعني مُڙس ٻاهر گذرسفر سانگي ٻاهر ويل آهي. اُن جو ٻيو ڪو سهارو ڪونهي، اوچتو بادل پرجي آيا ۽ گجن پيا تہ هوءِ ڏيمي آواز ۾ پنهنجي اندر ۾ سُڏڪا پئي پري.<br>شاه عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي. "سرسارنگ، داستان ٽيون، بيت ستون" |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| | ڪَٽڪَنِ ڪانڌُ چِتِ ڪَيو جُهڙُ پَسِيو جِهجِنِ،<br>وَرَرِءَ وانِدِيُنِ اَڏِيا، پَکا سي مَ پُسَنِ،<br>اُتَرَ ڏاهي اُنِ جا، تہ ڪَنهن کي ڪارُئن ڪَنِ،<br>وارِثُ وَري تَنِ، اَچي شالَ اولو ڪَري،<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاھہ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪِئو | ڪِيو<br>شاھہ عبداللطيف جو بيت آھي. ”سُر رِپ، داستان پهريون، بيت پهريون،“<br>*<br>گُوندَرَ ڪِئو غَرَقُ، ماءُ مُنهنجو جِندَڙو<br>ڏُکوېِنِ مَرڪُ، مَٿي سَجُرَ پَنڌَڙا.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاھہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڪِليون | اَڪِيليون |
| ڪانهر | گاھہ جو نالو (هِن گاھہ جو قد ڀہ اڍائي فوٽ ٿئي ٿو) |
| ڪِرنو | گاھہ جو نالو<br>هن گاھہ جو قد ڀہ فوٽ ٿئي ٿو<br>ڪانهر ۽ ڪرنو گاھہ جي چوٽي ۾ ٻج ٿيندو هو |
| ڪجراٽي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو) |
| ڪَڪي | مينهن جو قسم |
| ڪبوتر | گهوڙي جو قسم |
| ڪارو | گهوڙي جو قسم |
| ڪڪي | رڍ جو قسم (هن رڍ جا ڪن ننڍا ٿيندا آهن) |
| ڪجلي | رڍ جو قسم |
| ڪاري | رڍ جو قسم |
| ڪانوري | ڳئون جو قسم (هيءَ ڳئون رنگ جي ڦڪي ۽ ڳاڙهي هوندي آهي) |
| ڪاري | ڳئون جو قسم (هيءَ ڳئون رنگ جي سڄي ڪاري هوندي آهي.) |
| ڪَپ | چانديءَ جو زيورَ<br>هي زيور بلوچ عورتون ٻانهن ۾ پائينديون آهن |

| | |
|---|---|
| ڪٺ مالهون | هي سون جو زيور شادي ۽ جي رات بلوچ عورت پائيندي آهي. |
| ڳلاڙڪي | شراب جي ٻٽي<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي، ”سُرڪلياڻ، داستان پنجون، بيت ڇاويهون“<br>اڳيان آڏين وَٽِ، پوءِ پِر سِر سَبناهِيا<br>ڪاٽِ تہ پوءِ قَبُولَ مِ، مَڃُڻِ ڀانيين گَهَٽَ<br>مَٽا مُهاڻِ جا، ڀِٽا نہ ڀَسِين پَٽِ<br>ڳلاڙِڪي هَٽِ، ڪُسَڻَ ڪوپُ وَهي.<br>نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڀهريون 2009ع |
| ڪوپ | آتڪل<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي، ”سُرڪلياڻ، داستان پنجون، بيت ڇاويهون“<br>اڳيان آڏين وَٽِ، پوءِ پِر سِر سَبناهِيا<br>ڪاٽِ تہ پوءِ قَبُولَ مِ، مَڃُڻِ ڀانيين گَهَٽَ<br>مَٽا مُهاڻِ جا، ڀِٽا نہ ڀَسِين پَٽِ<br>ڳلاڙِڪي هَٽِ، ڪُسَڻَ ڪوپُ وَهي.<br>نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڀهريون 2009ع |
| ڪُڙهہ واءُ | چوپائي مال جي بيماريءَ جو قسم.<br>هن بيماريءَ ۾ جانور چٽن ٿي ٽنگن ڪان هَلڻ ڦِرڻ ڪان ٽُندو ٿي ويندو آهي تہ ڀاڳيا جهنگلي سَهو جانور پڪڙي ڪل سوڌو گرم پاڻيءَ ۾ رڌي ان جون هڏيون ڪڍي پوءِ گوشت ۽ شوروا ان جانور کي پياريندا آهن. پوءِ ڪڙهہ واءُ جي بيماري جانور کي ڇڏي ويندي آهي ۽ چڱو ڀلو ٿي ويندو آهي. |
| ڪارو واءُ | زهريلو جيت آهي<br>چوپائي مال جي بيماريءَ جو قسم. هيءُ اُن وقت جانور کي لڳندي آهي، جڏهن ساوڻيءَ جي موسم ۾ گاهہ جي مٿان جيُت ويهندو آهي، ۽ اهو گاهہُ جانور کائيندو آهي پوءِ اهو ڍور بروقت ٿي مري ويندو آهي. پوءِ ڀاڳيا چوندا آهن<br>ادا : هي منهنجي مينهن ڪاري واءُ هَنئين“ |
| ڪاٺَ گدرو | ڀاڃيءَ جو قسم |

| | |
|---|---|
| | ڪاٺ گدرو جي شڪل يعني گدري جهڙي ٿيندي آهي |
| ڪلاٽي | پاڙو (مَروا بلوچ جو پاڙو)<br>ڳوٺ جو نالو ڪلاٽي مَروا آهي |
| ڪملاٽي | پاڙو (پوا بلوچ جو) |
| ڪلاٽي | پاڙو (پوا بلوچ جو) |
| ڪَر قلاٽي | پاڙو (پوا بلوچ جو) |
| ڪَتب | هي چار ڪانيون اٺ جي پلاڻ جي اڳئين حصي ۾ ايندڙيون آهن جيڪي واڍا ٺاهيندا آهن |
| ڪوڏڻ | ذات هي تہ ذات اوڏ مان نڪتل آه<br>تعلقي مير پور ساڪرو ۾ ڳوٺ محمد صالح ڪوڏڻ جي نالي سان آهي<br>ڪجھ ماڻهن جي اها راءِ آه تہ ڪوڏڻ جو لفظ ڪوڏاريو مان نڪتل آه |
| ڪانچ | شيشو |
| ڪانچ | سلسوار سٽڻ |
| ڪڙان | ٻي ڪي پائڻ ،ڪجڻ |
| ڪيل | وزن ٻوز |
| ڪُوارَ | سڏ ، واڪا ،رڙيون ،واويلا<br>شاه عبدالطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي<br>ڀَڃي آيين ڀَڄڻا، لَڄايءِ مون يارَ<br>وينيون ڪَن ڪُوار مُره مٽاها جَنجا |

| ک | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| ڪِيئڻ | ڪائڻ |
| ڪِيئندا | ڪائيندا |
| ڪُڏي | درياءَ جو نالو ۽ ٻيٽ جو نالو |
| ڪوير | درياءَ جو نالو ٻيٽ جو نالو |
| ڪُرچي يا ڪُري | رَهڙي، رڳڙي، ڪُرڙي، ڳٽ لاهڻ<br>"ادا ڪالو....! ٻيڙيءَ کي ڪُري پيو"<br>"ادا ڪالو...! ٻيڙيءَ جي ڪٽ لاهي پيو" |
| ڪَڇَر | ٻپيٽ جو نالو درياءَ جو نالو |
| ڪسي | پَلي جو قسم |
| ڪيرو | پلي جو قسم |
| ڪس يا ڪاسو | ساني جو قسم<br>هِن ساني جو قد هِڪَ انچ جيترو آهي |
| ڪوڪر | مَڇيءَ جو قسم |
| ڪڳَ | پکيءَ جو نالو |
| ڪارو | ڪارو پاڻي |
| ڪارو | درياءَ جو نالو<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. "سُر ساموندي، داستان ٻيو، بيت چوڏهون"<br>"ڪارو جي ڪِيڙين، سيئِي منهنجا سُپرِين،<br>رُئان رَهَنِ نہ لِڪَ سِين، جَهليان جَهلَ نہ ڏين<br>وِرهَ ويڌَ ڪَرِين، آيِلِ! ساموندِرين جا."<br>نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڪڳو | مڇي - هِن مڇيءَ تي ڇلر ڪونہ ٿين<br>هِن مَڇيءَ جي پيٽ ۾ آني ڦاٽڻ ڪانپوءِ ٻچن کي مُنهن ۾ جَهلي، ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ٿوڪاري وات مان ٻچا ٻاهر ڪيڍي ڇڏيندي آهي. |

| | |
|---|---|
| | هن مَڇي کي "رڙ" بہ چوندا آهن.<br>هن مڇيءَ ۾ تي ڪَنڊا ٿين ٿا. هَڪڙو پٺيءَ ۾ ۽ ٻہ ڪَنڊا ڳلن وٽ ٿين. جي ماڻهوءَ کي اهو ڪَنڊو لڳي پوي تہ جڏو تي وڃي ٿو. ڪَنڊي لڳڻ سان جسم ۾ جُهريون پون ٿيون. اهُي ڪنڊا آپريشن ڪانسواءِ نڪرن ڪونہ ٿا سگهن. |
| ڪُٽائي | پوروڪري<br>"ادا..! مون کي رَڄ ڪُٽائي ڏي"<br>ادا...! مون کي رَڄ پوروڪري ڏي" |
| ڪِٽڻ پٽڻ | ڪاٽِڻ پيٽڻ |
| ڪرَو | تيز تِکو<br>"ادا... ! اڄ وا ءُ ڪَرو پيو لڳي"<br>"ادا..! اڄ واءُ تيز پيو لڳي" |
| ڪرو | اَن جو ڪرو فصل تيار ٿيڻ ڪانپوءِ لاباري جي مَهل "ڪَرو" ٿاهبو آهي. جنهن کي اَن جو ڪروچئبو آهي. |
| ڪُڄَ | هوڙي يا ٻيڙيءَ جو اندريو ن حصو<br>"اي خلاصي...! ڪُڄ ۾ ويسي رکَ"<br>"اي خلاصي..! ڪُڄ ۾ سيڏو سامان رکَ" |
| ڪُڄ | ذات (ٺٽي شهر ۾ ميمڻن جي اوڙڪ يعني پاڙو آهي.) |
| ڪُڄَ | پرٽ، ٽوپو (عورتون پرت پرينديون آهن تہ "ڪڄ" هٽنديون آهن.)<br>"اي لِي ... امکي بہ تي ڪُڄ هٽي ڏي"<br>"اي ادي..! مونکي بہ تي ٽوپا ڏئي ڏي" |
| ڪاڄُ | ڪاڏو |
| ڪاڄَ | ڪاڏا<br>"ايَ صغرا... ! مون جو مَن ماندو آ، ڪاڄَ وٺن ٿا"<br>"اي صغرا....! منهنجو منَ ماندو آهي ڪاڏا وٺن ٿا"<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. "سُر آبري، داستان چوٿون، ٻارهون"<br>※<br>"مون کي پانئي پاڄَ، ڏيرَ ڏوُراٽا هَلِيا،<br>اڳيان اُتي اُن جي خُوبِ نہ پَڪم ڪاڄَ |

| | |
|---|---|
| | ميڙي آپ، سَرتيُون نہ نڪي ڳاپِرِ ڳاجَ<br>سا مُون هَٽان نہ ٿئي، جيڪا رَسَمَ راجَ<br>آيِلِ! آءَ اَڪاجَ، ٻولُ ٻاروچي وِٽرو.<br>نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاھہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پھريون 2009ع |
| ڪوھو | جنھن ۾ سڙھہ (باديان) ڪي رسن سان ٻڌو وڃي. |
| ڪور | ڍوري جو نالو |
| ڪورو | ڪانين جوجنھن ۾ ڪوئلو نھندو آھي. |
| ڪاھي يا ڪاٺي | درياءَ جو نالو ٻيٽ جو نالو (ڪاھي درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙڪري ٿو.) |
| ڪٽند | درياءَ جو نالو |
| ڪڳتيو | مڇيءَ جو قسم، ھيءَ مڇي مِٺي پاڻي جي آھي. |
| ڪيٽو | انگل، مچلائي، چنچلائي، ڪروڏ |
| ڪيھہ | سائوگاھہ |
| ڪھر | ڏوڙ مِٽي، دز رئي |
| ڪُرڪِڪڙي | وَل جو قسم |
| ڪَٿُوري | وَل جوقسم<br>شاھہ عبداللطيف ڀٽائي جوبيت آھي، ”سُر ڪنيات، داستان پھريون، بيت پندرھون“<br>”ھُن تاري ھُنَ رُوءِ، ھُتي مُنھنجاسُپرِين،<br>سَجَڻَ ڪَٿُوريءَ ٻُوءِ، مون ڪي مُور نہ وِسِرئا.“<br>نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاھہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پھريون 2009ع |
| ڪامڙيو | ڪاٺي ڪٽنڊڙ ڪوڏياريو |
| ڪلواڙو | ڪليل ميدان |
| ڪپ | ٻوٽو |
| ڪپر | نانگ |
| ڪجڻ | ڪنھن ڪي گُھرڻ، ٻي حال ٿيڻ. |
| ڪُڏي واري | ٻيٽ جونالودرياءَ جونالو<br>ڪُڏي درياءَ دٻاڪ واري ريل مان نڪري پيٽياڻي ۾ داخل ٿئي ٿو. ھيءَ درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ |

| | |
|---|---|
| | ڪري ٿو. |
| ڪٽت | اُڌاري طور ڪنيل رقم |
| ڪُوها | ٿنيا، (ٻيڙيءَ جي وچ تي مضبوط ڏگها ٿنيا ٿين جن تي سيڙهہ ڪڇن)<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. سُر سامونڊي، داستان پهريو بيت پهريون.<br>٭<br>ڪُوهَا ڪالهہ ڪَٽِي، وِڌئون اُتَرَ آسَري،<br>اللهَ جُهرِي مَر اُنِ جي اولي جي اَٽِي<br>وَڻِجارَنِ وَٽِي، وَکرُ وِڌو ٻيڙيين.<br>نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| ڪِيلا | ڪِلا،<br>ٽامي ۽ لوهہ جا "جيڪي چار ڪان پنج ۽ڇهن انچن جا ٿين ٿا.<br>ڪيلا، هوڙي ۾ اُن ڪري لڳندا آهن. جو هوڙي جا لَئي ۽ پاٽيا مضبوط ٿين ٿا. |
| ڪاروچاڻ | ٻيٽ جو نالو |
| ڪِسَڙ | پراٺو<br>"ادا...! منهنجو ڪوٽ ڪِسَڙ ٿي ويو آهي." |
| ڪِدي | جسماني ڪمزور، نامرد |
| ڪَندو | قرض، ڏيتي ليتي |
| ڪَندو | نَسلَ، بُنياد<br>"ادا ابراهيم....! هن مينهن جو ڪَندو ڀلو آهي"<br>"ادا ابراهيم..! مينهن جو نسل ڀلو آهي" |
| ڪُلائي "يا" ڪلايو | ڇنائي، ڦاٽل، ٽُٽل<br>"ادا... ! منهنجو گابو رسو ڪُلائي ويو"<br>"ادا..! منهنجو گابو رسو ڇنائي ويو" |
| ڪانجاڻ | رڪاوٽ<br>جتي دل دماغ ڪم نہ ڪري |
| ڪوٺي | انڪاري، دير، انتظار |
| ڪَرڪَئي مِينس | سمجهايو مانس، هدايت ڪئي مانس |

| کَڙ تيل | نتيجو ( کنهن ڳالهه ٻولهه جو نتيجو) |
|---|---|
| کاٽڙائي | اوڙک، پاڙو (کاٽڙائي، ملاحن جو پاڙو) |
| کيدي | ٻيٽ جو نالو (گيدي واري جو ٻيٽ) |
| ڪِرمِٽ | بهانو حرڪت<br>"لِي....! ڪِرمِٽ نہ ڪر"<br>"ادي..! بهانو نہ ڪر" |
| ڪاڙو | ڇا...؟ (جَتَ ڳالهائين<br>" اَتون ڪاڙو ڪِرين آوا ماهين ڪم جو"<br>"تون ڇا ڪري آيو آهين، منهنجي ڪم جو" |
| ڪاڏ | ٻوڪي<br>ڪپڙي سان نڪ ۽ منهن کي بند ڪرڻ کي "ڪاڏ" چئبو آهي. |
| ڪاري | ڪَتَي، ڪَڙي |
| ڪاري | توڪري،<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪاموڏ، داستان پهريون، بيت ڏهون"<br>※<br>"نہ وَڍي، نہ وِڪِٽي، نہ ڪٽي ۾ ڪاري،<br>اُهِجَ سُهجَ ساهِميُون، ڏُريان نہ ڏاري،<br>سائي پِرِ پاري، جا گهِر سَمي جي سَپَجي."<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪاريون | توڪريون،<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪاموڏ، داستان پهريون، بيت پنجون"<br>※<br>ڪِڪيءَ هاٽيون ڪارِيُون، ڇِڇيءَ هاٽا ڇَڄَ،<br>پاندُ جِين جي پاند سين، لَڳو ٿِئي لَجَ،<br>سَمو ڄامُ سُهَجَ، اُيو ڪَري اُنِ سين.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪاريون | ديهہ جو نالو |
| ڪينٽڙا | اوڙڪ، پاڙو (هنگورجا قوم جي اوڙڪ) |

| | |
|---|---|
| ڪناڙي | ڍورو<br>نئيءَ ۾ ننڍو ورستو جيڪو هڪ درياءَ مان ٻئي درياءَ تائين پهچائي تنهن کي "ڪناڙي" چئبو آهي. |
| ڪانٽو | درياءَ جو نالو<br>ڪانٽو درياءَ هلندو "ڪوڏي" درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. |
| ڪاڏارو | درياءَ جو نالو |
| ڪِيئاواچان | ڪيئن هلون (جَت ڳالهائين) |
| ڪيٽي واچان | ڪيڏانهن هلو (جت ڳالهائين)<br>"ادا...! ڪيٽي واچان رستو مُنجهي پياسين"<br>"ادا...! ڪيڏانهن هلون رستو مُنجهي پياسين." |
| ڪُراڙي | ڪُهاڙي (جت ڳالهائين)<br>هيءَ ڪُراڙي ڪيجي هَزَ<br>هيءَ ڪهاڙي ڪنهن جي آهي. |
| ڪِيلو | ڪُڏڻ، راند<br>"ادا...! اچو تہ ڪِيلو ڪريون"<br>"ادا...! اچو تہ راند ڪريون" |
| ڪريٽو | ڪنگهہ |
| ڪات | ياٽ |
| ڪيٽر | ڪونيٽ |
| ڪرو | ديرو |
| ڪُراڙي | ڪُرپي ڪُرپي<br>"ادا آمون...! مون کي ڪُراڙي ڏي تہ اَٽ جي گَر لاهيان"<br>"ادا آمون...! مون ڪُرپي ڏي تہ اُٽ جي گَر لاهيان" |
| ڪُنڌي | لڪ (جنهن سان پکي کي ڦاسائبو آهي) |
| ڪِنِيَ | پکيءَ جو قسم<br>هي نَر پکي آهي هن جو رنگ ڪارو ٿئي ٿو. مچي ڪائيندو آهي. |
| ڪنيپي (مادي) | پکي جو قسم |

| | |
|---|---|
| ڪڳي | مڇي (هيءَ مڇي زهريلي آهي.هن جو قد ٽي انچ ٽئي ٿو.) |
| ڪڙوهہ | ٽن سالن جي ڍور |
| ڪپَٽ | ڪِر ڪِر<br>"ٻيلي....! هرپرو ڪپٽ چڙي ڏي"<br>"ٻيلي...! هروپرو ڪِرڪِر چڙي ڏي" |
| ڪاپي | گُهرج ڪونهي، ضرورت ڪونهي<br>"ادا....! مِڪي اَنَ جي ڪاپي ڪانهي"<br>ادا مونکي پَٽَ جي گهرج ڪانهي" |
| ڪور | درياءِ جو نالو |
| ڪڻ | جيت جو قسم (هي زهريلو جيت آهي) |
| ڪاٽينو | لوهہ جي شيخ جنهن جو منهن نپيل هجي<br>"ادا...! ڪاٽينو ڪڻ گهر جي جهَنڊوٽي لڳائي"<br>"ادا ...! شيخ ڪڻ گهر جي ٽوٽي لڳائي" |
| ڪامڙَ | جَلڙَ، پَچڙ، سَڙڻَ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي تہ: "سُر يمن ڪلياڻ، داستان ٽيون، بيت چوٿون" ❊<br>پُڇُ پتنگڻ کي، سنڊيون ڪامڻَ خَبَرون،<br>آٽيو وجَهن آڳِ ۾، جِيءَ پَنهنجو جي،<br>جيري جنين جي، لڳا نيزا نيڻَهن جا!<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڪوهہ | جتان پاڻي پريو وڃي<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي تہ: "سُر مارئي، داستان ائون بيت چوٿون" ❊<br>ڇُرَن ڇُٽڪڻ چِتَ ۾، رَهيا اَندَرِ روُحَ،<br>اُنَي وِيڙا اُڪِرِي، مارو مٿي موهَ،<br>ويرون وِلوڙڻَ جوُن، سارِيان گهٽو صُبوحَ<br>وَرُ سي ڪارا ڪوُهَ، سِنجِيَم جي ساڙيءَ جا!<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |

| | |
|---|---|
| کِوڻ | وِڄ |
| کوهَن | ٿَجلو |
| ڪيرولَ | چانديءَ جي مُنڊي<br>مڱڻي ۽ جي وقت ڪنوار کي گهوٽيتيون پارئينديون آهن |
| کَراڻَ | پَت جو لڱي وِڄَڻ<br>ديگڙيءَ جي تري ۾ پت جو لڳڻ ان کي ڪلمتي بلوچ کراڻ چوندا آهن |
| کُهجُ مَر | تڪج نہ<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي "سُر آبري داستان نائون، بيت پنجون"<br>❁<br>"کُهجُ مَر اُجها کِيءَ، گَرِدَ پَسُ گُونگن جي<br>ڏُکِي منجهان ڏيءَ. نِڪِرُ ناءِ ڪُلهي ڪَري"<br>نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| کِهہ | مٽيءَ جي ننڍڙي دز |
| ڪيرواٽي | پاڙو (گبول بلوچ جو) |
| کانڊيون | مينهن جو قسم |
| کاري جي پاڙ | گاهہ جو قسم<br>هن گاهه جو قد ہہ ٽي انچ ٿيندو آهي |
| ڪيرواٽي | پاڙو (گورئي بلوچ جو) |
| ڪيڙاٽي | پاڙو (گورئي بلوچ جو) |
| کونبو | گهگهي جو قسم<br>بلوچ عورتون پائين ٿيون |
| ڪونيي | گنديءَ جو قسم<br>سامونڊي پٽيءَ جون بلوچ عورتون اوڍين |
| ڪنب واءِ | چوپائي مال جي بيماريءَ جو قسم آهي<br>خاص ڪري سانوڻ جي موسم ۾ مال کي هيءَ بيماري لڳندي آهي |
| ڪيرون | وکر |
| ڪرمٽ | فريب، مکر |

| | |
|---|---|
| "اي خلاصي....! کرمٽ نہ ڪر"<br>"اي خلاصي...! مڪر نہ ڪر" | |
| راند ڳُڏڻ جي پڙي-<br>هي راند ٻار ۽ وڏا پاڻ ۾ ڳُڏندا آهن بہ پڙيون ٺاهيندا آهن. پهرين پڙيءَ کي "ڪُنيي" ۽ ٻيءَ کي "چِير" چوندا آهن. اها راند ٻن ليڪن جي وچ ۾ کيڏي ويندي آهي جنهن ۾ برابر جا رانديگر هوندا آهن. ريهڙي مياڻ ۾ هن وقت بہ اها راند کيڏي وڃي ٿي.<br>راقم حروف کي مولوي عبدالله موسائي ريڙهي واري "ڪُنيي ۽ چِير" بابت ٻڌايو. | ڪُنيي ۽ چِير |
| هيٺائون پٽ | ڪڏو |

| گ | |
|---|---|
| معنيٰ | لفظ |
| سَنهي مَڇي، (جنهن کي ڪِچَ بہ چيو ويندو آهي.) | گند |
| ڪُمر. ڪوٽيون. (ڪوٽين جي پاڙ کي گندَ چوندا آهن) <br> شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر ڪاموڏ. داستان پهريون. بيت ٽيون" <br> ❊ <br> گندَ جِنِي جي گوڏ ۾ ڪَڏِنِ ڪالوڙا <br> لوڙيُون ڪِينِ لَطِيفُ چَئي، آسَرِ اَجوڙا <br> تَماچِيءَ توڙا، وَٽِي ويچارَنِ سِين. <br> نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع <br> 2010ـ 3 ـ19 تي راقم الحروف کي شام جي وقت ڪهچري ڪندي ساموندي پٽيءَ جي سگهڙن جنهن ۾ باقر علي مروا بلوچ، الهہ ڏنو ٻاهوٽ، نواز خان بگهياڙ جي اوطاق تي باقر کان مروا بلوچ چيو هن بيت ۾ "گوڏ" جو لفظ بلڪل غلط آهي ساموندي پٽيءَ جي عورتن ۾ گوڏ ٻَڌڻ جو رواج ئي ڪونهي "گوڏ" جي جاءِ تي "گود" لفظ آهي. | گندَ |
| ننڍڙو هوڙو يا ننڍڙي ٻيڙي <br> "ادا...! اهو ڇوڪرو گاليو پيو ڪُرچي" <br> "ادا..! اهو ڇوڪرو نندي ٻيڙي کي پيو صاف ڪري" | گاليو |
| هوڙو يا ٻيڙي <br> "ناڪُتا...! سير درياءَ ۾ نار عليءَ جو گاڙيتو وڃي پيو." <br> "ناڪُتا..! سير درياءَ ۾ ڏس عليءَ جو هوڙو وڃي پيو." | گاڙيتو |
| رنگ روپ. بناوت. آڏاوت جو قسم <br> خاص قسم جي جاءِ ٺهرائڻ جي لاءِ ڪنهن ڪاريگر کي چئبو آهي تہ هن جاءِ جو گاڙيتو ناهي ڏي. | گاڙيتو |
| وَل جو قسم <br> هن وَلَ جي پاڙ مِني ٿيندي آهي. | گاڙ |
| ديهہ جو نالو (جيڪا تعلقي جاتيءَ ۾ آهي) | گُجو |

| | |
|---|---|
| گُجو | شهر جو نالو<br>گُجو ٺٽي ضلعي ۾ آهي. |
| گُجو | رَڇ جو قِسم<br>گُجو رَڇَ وڏين اکين يعني ٻارين وارو آهي هي رَڇَ ڏيگهه ۾ ڏيڍ سئو فوٽن کان مٿي ٻن سون فوٽن تائين هوندو آهي. |
| گابَار | درياءَ جو نالو<br>هي درياءَ سوکي بندر گاهہ جي ويجهو آهي. |
| گُلفام | مَڇيءَ جو قِسم |
| گِراس | مڇيءَ جو قِسم |
| گوري | طرف پاسو ڦري ڏس<br>"ادا گوري اَچُ" "هن پاسي ڦري اَچ" |
| گوڏي وارو | درياءَ جو نالو |
| گُلا | مَڇيءَ جو چارو |
| گُلو | مڇيءَ جو قسم. (هيءَ مڇي کاري ۽ مِٺي پاڻي ۾ ٿيندي آهي) |
| گانءِ | ڳئون (سامونڊي ڳئون) |
| گاريلي | درياءَ جو نالو<br>ننڍو درياءَ آهي مَل درياءَ مان گاريلو درياءَ نڪري ٿو ۽ ٻوءِ گاريلو درياءَ مان ڪارونيار درياءَ نڪري ٿو. |
| گُر | جيت جو قِسم<br>هن جيت کي انگريزيءَ ۾ Hani Moon Sheell هني مون شيل چوندا آهن. هي بليڊ وانگر تيز هوندو اهي. |
| گرپ | ڳڀ، حمل، پيٽ |
| گِيرَبُ | وڏائي، هَٺُ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر ڪاموڏ. داستان پهريون. بيت ٻارنهون.<br>*<br>مُهاڻيءَ جي مَنَ ۾، نہ گِيرَبُ نہ گاءُ،<br>نيَڻِ سين نازُ ڪري، ريجهايائين راءُ،<br>سَمو سَيڻِ مُلاءِ، هيرِيائين حِرفَتَ سين.<br>* ڪلياڻ آڏواڻي. شاهہ جو رسالو. ڪراچي 2. مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ. 1976ع |

| | |
|---|---|
| گوگارڻ | ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو |
| گپوڙو | گپَ شَپ |
| گَندِري | ذات،<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر ڪاموڏ. داستان پهريون، بيت پهريون<br>❊<br>"ٿُون سَمو آئون گَندِري، مُون عَيبَن ۾ جوءِ<br>پَسي راڻِنين روءِ، مَتان ماڳَرِ مَٽيئين!<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| گِسَرَ | مڇيءَ جو قسم |
| گُڙدي | سوراخ<br>"ادي...! ماٺيءَ کي گُڙدي پئجي وئي، لَسي هارجي وئي"<br>"ادي..! ماٺيءَ کي سوراخ پئجي ويو لَسي هارجي وئي" |
| گِدڙ | اوڙڪ، پاڙو ( ميمڻن جو پاڙو) |
| گِدڙ | ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو |
| گيڏڙيون | مڇيءَ جو نالو |
| گولاڙو | وَل جو قسم |
| گِرل | وَل جو قسم |
| گولِي | مَڇيءَ جو قِسم |
| گَندڻ | مَڇي (هيءَ مڇي مٺي پاڻي ۾ ٿئي ٿي.) |
| گَڏو | پَري، ٻوٽو<br>"ادا ...! گاهه جو گَڏو ڪٽي اچ"<br>"ادا..! گاهه جي پري ڪٽي اچ" |
| گِيٽ | ننڍڙو ٻار يا ڳيون، ڇوڪرو |
| گورَڙيو | هلندڙ ڦرندڙ (ڳوٺن ۾ سامان وڪرو ڪندڙ کي گورَڙيو سڏين") |
| گَنوار | بي وقوف |
| گاز | گاهه (هي لفظ جَت استعمال ڪَن ٿا) |
| گاز | بَٺڻ جو سوراخ |
| گوراڙ | اوڙڪ، پاڙو (جَتن جو گوراڙ پاڙو آهي) |

| | |
|---|---|
| گيانچ | اوڙڪَ. پاڙو (گيانچ جتن جو پاڙو آهي) |
| گِسرَ | اوڙڪ. پاڙو (گِسرَ. جتن جو پاڙو آهي) |
| گورچ | اوڙڪ. پاڙو (گورچ. ملاحن جو پاڙو آهي) |
| گيٽ رمي پيو | بار راند پيو ڪري. بار ڪيڏي پيو. |
| گَپ | پُسيل مِٽي. گهٽو ڳالهائڻ وارو |
| گَپَ | دريا جو نالو |
| گوسڙو | لِڪڻ وارو پڇندڙ |
| گِچرا | خراب. بدبوءِ دار ڪِنو |
| گِچراڻ | خراب. بدبوءِ وارو |
| گُڙدي | ڪاٺ جو ٽڪرو چِتِي. "واڍا ابُو....! منهنجو هوڙو گهِريو پيو آهي ان کي گُڙدي هڻي ڏي" "واڍابُو...! سُڪي تي بينو آهي ان کي ڪاٺي جو ٽڪرو هڻي ڏي" |
| گُت هڻڻ | وِچَ مان ڀَڃي وجڻ |
| گِسڪڻ | ريڙهيون پائڻ. گِسڪي هلڻ |
| گِسڪي | ترڪي |
| گوڙُ گِنار | خراب موسم |
| گِرمَ | مڇيءَ جو نالو |
| گُسو مگر | مڇيءَ جو قسم |
| گورو | چَڪَر "اي ناڪٿا....! منهنجي گهر "گورو" ڏجانءِ. پوءِ درياءَ تي هلنداسين." |
| گورو | مڇيءَ جو نالو |
| گورو | درياءَ جو نالو هيءَ درياءَ آهي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو سمنڊ جي جنهن جاءِ تي گورو درياءَ اچي چوڙ ڪري اُن کي "نَر" چوندا آهن. انگريزيءَ ۾ "ڪِريڪ" سڏيندا آهن. "گورو ڪريڪ" سڏيندا آهن. |
| گسر | درياءَ جو نالو |
| گَڏهي | درياءَ جو نالو |

| | |
|---|---|
| گُرڙو | درياءَ جو نالو |
| گراسيا | اوڙڪ پاڙو (جَتن جو پاڙو) |
| گنبواٽي | اوڙڪ پاڙو (جَتن جو پاڙو) |
| گوريجاٽي | اوڙڪ پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| گندي | گُندي، گُندلو |
| گُونڙُ | گوهَڙِ |
| گونرو | توڏو |
| گونئرو | ڦيرو.<br>"ادا ڪالو...! سليم گونئرو ڪري ويو"<br>"ادا ڪالو...! سليم ٻاهران ڦيرو ڪري ويو" |
| گوڏ | ڏوتي (ترجي) |
| گيدوڙي | وڻ جو قسم. |
| گدراوَل | گدرو وَل |
| گانجو | آفيم، چَرس |
| گَر | خارش<br>چوپائي مال جي بيماريءَ جو قسم |
| گوبي | گوبي (جت ڳالهائين) |
| گٽي | پکيءَ جو قسم |
| گَج | پرتَ جو قسم<br>هي پرت پَشَم جي سُٽ جو ٺهندو آهي، مايون هٿ سان پرنٽ ٿينديون آهن<br>هن جو اڳيو حصو پرت سان ڀريل هوندو آهي هن گج جو پويون حصو ڀريل نہ هوندو آهي<br>چولي جي ٻاهين کي ڏورين سان ڳنڍ ڏئي ٻڌنديون آهن. هن گج جون ڏوريون ڪولبيون تہ<br>اڳيو حصو ٻاهر اچي ويندو. عورتون سلوار ساڌا نو وال پائين. جنهن کي ٽپوتي چئبو آهي<br>هن سلوار جا پاچا ڀريل هوندا آهن. جيڪي مُڪي پرت ۾ ڪشميري سان ڀريل هونديون<br>آهن. پر شوق واريون عورتون ان سلوار ۾ گج تي گندي پائن. اِها ٻانڌڻ گنڍي هوندي آهي.<br>خاص ڪري متياري حيدرآباد ۾ ٺٽو انهن شهرن جا ڪاريگر هٿ سان ٻانڌڻ گنديون<br>ٺاهيندا آهن. |

| | |
|---|---|
| گوني | درياهہ جو نالو<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ بيت آهي.<br>گوني ۽ گهارو ٻئي وهن ٻلهيار ۾<br>تماچي وارو تڏهن هو سنڌ ۾ |
| گَوَني | رَنگيل، چُريل، ڀَريل<br>"ادي....! هير سفوران ساڪري مان گَوَني ڪَپڙ ڪٽي آئي آهي"<br>"ادي..! هير سفوران ساڪري مان رَنگيل چُريل، ڪپڙا ڪٽي آئي آهي."<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر رَپَ، داستان ٻيو بيت ٽيون"<br><br>"گَوَني ۽ گُوني، ڀرين ڀَٽائين گَجَ جِڻَن،<br>جي مَنَ مجوُني، سي ڪِڻَن وَجَنِ وِسِرِي"<br>٭ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| گِيلاٽيون | ٻُل، ڪلتيون<br>"ادا ٻيٽ جي سُور کان گُلڻ گِيلاٽيون پيو کائي" |
| گوريلو | سهٽو |
| گُڙي | گجي<br>"ادا...! وَڳَ ۾ اُٺ پيو گُڙي" = "ادا...! وَڳَ ۾ اُٺ پيو گجي" |
| گنجا | سارين جو فصل |
| گجرو | ڪبوتر جو قسم |
| گُتَ | وقت<br>"ادا....! ايءَ مهل وري ڪنهن گُتَ تي ايج"<br>"ادا...! انهيءَ مهل نہ وري ڪنهن وقت تي اچ" |
| گَتَ | عادت، طريقي ڪار |
| گلُڙي | اوڙڪ ، پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| گبول | اوڙڪ ، پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| گُرد | ڌُڙ<br>"ادا صالح....! پري کان گُرد ڏسڻ ۾ پئي اَچي"<br>"ادا صالح...! پري کان جهجهي ڌوڙ ڏسڻ ۾ اچي" |

| گنجا | پاڙو (رجيرا بلوچ جو) |
|---|---|
| گوشون | مينهن جو قسم |
| گوراڙو | نندي پٽ. <br> "ادا....! تنهنجو گوراڙو ڇهن ستن مهينن جو آهي" |
| گيلڪي | پاڇيءَ جو قسم جنهن کي توري چوندا آهن |
| گر | اٺ جي بيماريءَ جو قسم <br> هيءَ بيماري سياري جي موسم ختم ٿيڻ کانپوءِ خاص ڪري گرمين جي موسم ۾ ٿيندي آهي ان جي لاءِ ڪلر ۾ بينل سڪل ڇاريون جون ڪانيون ڪڍي باهه ۾ ساڙي ڦلهيار ڪري پوءِ ان ڦلهيار کي پاڻي ۾ رڌي پوءِ پاڻي ۽ ڦليهار کي ملائي پوءِ چار جو ڏنڊڙ تقريبا جهڙو ٿلهو ڏنڊڙ ناهي رکي پوءِ پلهه ناهي اُٺ کي منهن ۾ ٻڌبي آه اٺ جي پوئين پير ۾ پڇاڙي وجهي اُٺ کي ليٽا ئي پوءِ ڏنڊڙ سان اٺ جي گر کي جنهن جاءِ تي گر هوندي اتي لڳائي ويندي آه اڌ ڪلاڪ کانپوءِ ڇر جيڪو لوهه هوندو آه جنهن سان گر وارو حصو صاف ٿي ويندو آه پوءِ ڪڙو /کارو تيل ۽ لوڻ گوگڙ بند اهو ڪتي تيل ۾ ملائي اٺ جي کل ۽ گرواري جاءِ تي لڳائي ڇڏبي آه هن ڪم کي چار ماڻهو يا ٻه ماڻهو ڪم ڪندا آهن. |
| گوگڙبند | ڏاتو <br> اُٺ جي بيماري ۾ ڪم ايندو آهي، پٿر جو قسم. جنهن کي ڪُتي تيل ۾ ملائي دوا ناهي اُٺ جي بيماري ۾ ساموندي پٽيءَ جا مال وند ماڻهو استعمال ڪندا آهن. |
| گٻُو | ڏٻو. <br> ڪاري جي ڍورين ۾ گولائيون هونديون آهن ۽ ڪن وانگر پاڻي جو ڊٻو تي پوندو آهي جنهن کي ڪاري جي لهجي ۾ "گٻُو" چوندا آهن |

## ڳ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڳِنَڻ | ونڻ |
| ڳني | وني (ڳني جو لفظ ريڙهي جا مُهاڻا ڪنهن جاندار جي لاءِ استعمال ڪندا آهن.)<br>"خلاصي....! هوتل تان ناڪئي احمد کي ڳني اچ" |
| ڳني | وني (ڳنيءَ جو لفظ ڪَچي ڪنهن بہ بي جان شيءِ لاءِ استعمال ڪندا آهن.) |
| ڳان يا ڳاني | چيرو جهير (مَڇيءَ کي لوٽيندا آهن تہ پهرين "ڳان" ڏيندا آهن.)<br>"امان..! مڇيءَ کي ڳانَي رَکُ" = "امان....! مڇيءَ کي چيرو ڏيئي رَکُ" |
| ڳان ڏيڻ | چيرا ڏيڻ |
| ڳهنڙو | پکيءَ جو قسم |
| ڳانير | مڇيءَ جو قسم. هي مڇي مِٺي پاڻي جي آهي. |
| ڳيور | ٻار. چوڪر<br>جواني جي حد تائين ٻار کي ڳيرو چوندا آهن. |
| ڳاريائون | سَرڪس ڪرايائون |
| ڳنڊير | سائو گاهہُ |
| ڳتا | ڳَل |
| ڳونِتريو | ڌيان نہ تا ڏيو غور نہ تا ڪريو (هي لفظ ريڙهيءَ وارا استعمال ڪندا)<br>"اي ناڪُئا....! اسين جي ڳالهہ ڳونتريو نہ تا"<br>"اي ناڪُئا...! اسان جي ڳالهہ تي ڌيان نہ پيا ڏيو." |
| ڳاڙهاٽي | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| ڳانير | مڇيءَ جو قسم<br>هيءَ مڇي رنگ جي سفيد. قد ۾ ننڍي ٿئي ٿي ۽ ننڍين مَڇين ۾ شمار ٿئي ٿي.<br>قد چار پنج اَنچ آهي. |
| ڳٽيون | حساب ڪريون. جوڙ ڪريون. |
| ڳَيو | سوراخ<br>"ادا امين واڍا....! هوڙي جو ڳَيو نہ ڪري ڍيو آهي گُڙدي هٽي بند ڪري ڏي" |

| | |
|---|---|
| | "ادا امين وڏا..! هوڙي ڪي سوراخ نڪري ويو آهي ڪاٽي جو ٽُڪر هڻي بند ڪري ڏي " |
| ڳيهہ | گهرُ (جت ڳالهائين)<br>" هو ڳيهہ ماٺهو هز" = "هو گهر مُنهنجو آهي." |
| ڳَنڍَ | چوپائي مال کي وچڙندڙ بيماري |
| ڳَنڍِ | چوپائي مال جي بيماري<br>خاص ڪري ٿُلهي متاري ڍور کي ٿيندي اهي تہ پوءِ اهو ڍور ڇئن پنجن ڪلاڪن ۾ ختم ٿي ويندو آهي. |
| ڳَنڍُ | جوڙ ڪرڻ، رسي جو ڳنڍ، ڪاٺ جو ڳنڍ، <br>"ادا عثمان...! رسي ۾ ڳَنڍُ وجهہ" |
| ڳنڍ | صلاح ڪرڻ<br>" ادا...! اچو تہ ڳنڍ جوڙ ڪريون." = "ادا..! اچو تہ پاڻ ۾ صلاح ڪريون" |
| ڳِن | هَٿو ڳِنُ (جت ڳالهائين)<br>"اي ناڪُٺا...! ڳاليوَ جو ڳِن پڇي پيو آهي"<br>"اي ناڪُٺا...! بيڙيءَ جو ڳن پڇي پيو آهي" |
| ڳئون | ڏِڳِي، ڳانءِ |
| ڳاڙهي | ڳاڙهي ڳانءِ |
| ڳيهون | ڪٽڪ |
| ڳَچ | گهڻو<br>"ادا انور....! الهہ جُڙئي مير جت جو ڳوٺ ڳَچَ پندَ تي آهي" |
| ڳهيلو | بي خبر و،اڻ جاڻ |
| ڳِتو | ڊِڪو<br>"ادا...! ڳِتو ڪَڍُ تہ ٻاٽي وهي" = "ادا ...! ڊِڪو ڪَڍُ تہ پاڻي وهي" |
| ڳورها | پاڻيءَ جو نانگ |
| ڳيري | پکيءَ جو قسم |
| ڳَتَ | ڌَر سوراخ<br>"ادا عادل...! اهو ڪاٽينو ڪڻ ان سان ڳت ڪڍُ تہ مال جو ڇنو ناهيون"<br>"ادا عادل..! اهو رنبو ڪڻ ان سان ڌَر ڪڍُ تہ مال جو ڇپر ناهيون" |

| ٻورئي | اوڙڪ پاڙو (گبول بلوچن جو پاڙو) |
|---|---|
| ڳٺيون | ورتا (جتڪي لهجو)<br>"هين عيد لاءِ جرون ڳٺيون هز" = "مون عيد لاءِ ڪپڙا ورتا آهن" |
| ٻاڙهي ڪڪي | مينهن جو قسم |
| ٻاڙهو | گهوڙي جو قسم |
| ٻاڙهي | ڳئون جو قسم |
| ٻَنڊِي ڇُوڙَ | ڦورو چور، ڏاڙيل، <br>"ادا سليم....! اڳيان رستي تي ٻَنڊِي ڇُوڙَ وينا اٿَئي خيال ڪجانءِ" |
| ڳِيا | سهرا، ڳيچ (بلوچ عورتون خوشي جي موقعي تي ڳِيا ڳائينديون آهن.)<br>"ادي....! اڄ تہ پنهنجي ياءَ جا ڳِيا چئون" |
| ڳِيو | سهرو ڳيچ<br>"ادي فاطمہ....! ڳِيو ڳاءِ" = "ادي فاطمہ...! سهرو ڳاءِ" |
| ڳِريو | پيرَ جي ٽِٽي، (هيءُ لفظ ساموندي پٽيءَ جا بلوچ گهڻو استعمال ڪندا آهن.) |
| ڳِريو | ڪِلو<br>ٻيڙيءَ جو اڳيون حصو جنهن کي "موري" چئبو آهي ان جي ٻنهي پاسن کان "ڪِلو" يا ڪاٺي لڳل هوندي آهي جنهن ۾ ٻہ سورخ هوندا آهن. ان سوراخ ۾ وٽجارو ڳَن وجهي ٻيڙي هاڪاريندو آهي. (ٻيڙيءَ جي موريءَ ۾ لڳل ڪاٺي جنهن کي ڳِريو چوندا آهن)<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. "سُر ساموندي، داستان پهريون، ٻارهون" ※<br>ڳِريو جَهليو روءِ، مَٿي مُهري هَٿڙا<br>کوءِ! سودو سَندوءِ، جو تون، ڏوليا! سِکِيو<br>※ ڪليات آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |

| گھ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| گَھنالو | اوڙڪَ پاڙو ( جتن جو پاڙو) |
| گُھرياٽي | اوڙڪَ پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| گھوگھٽ | اوڙڪَ پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| گھوڙو | ٻيٽ جو نالو |
| گِھمَ | آلاڻ<br>"ادا....! هيءَ موسم گِھمَ جي آهي." |
| گھوڙيلو | ساني جو قسم، حَڪمَ جو قسم .<br>(هن جو قد ٻن انچن کان چئن انچن تائين هوندو آهي.) |
| گھوڙو | مڇيءَ جو قسم |
| گھا تپو | هوشيارپ، هوشياري<br>"اي خلاصي...! گھاتپو نہ ڏيکار"<br>"اي خلاصي..! هوشيارپ نہ ڏيکار" |
| گھوري | شڪار ڪري، ڳولي<br>"اي خلاصي...! ناکُئو حاجي چَرڻ درياء گھوري آيو آهي.<br>"اي خلاصي...! ناکُئو حاجي چَرڻ درياء مان شڪار ڪري آيو آهي." |
| گُھگَھر | ڳوٺ جو نالو |
| گَھگھرو | چولي جو قِسم<br>"ادي...! آئون پنهنجي ڏيءَ جي لاءِ گَھگھرو نارائي آئي آهيان. |
| گھوريندا سين | شڪار ڪندا سين<br>"ناکُنا عالم...! اڄ گھوڙي جي نر ۾ هلي گھوريندا سين"<br>"ناکُنا عالم...! اڄ گھوڙي درياء ۾ هلي شڪار ڪندا سين" |
| گَھارجي | ٻيٽ جو نالو |
| گِھر يو | مٿي ڪرڻ، سُڪي تي بيهارڻ .<br>ٻيڙائتا ماڻھو هوڙي ڪي پاٽيءَ مان مٿي گِھري رکندا آهن، يعني سُڪي تي بيهاريندا آهن. |

| | |
|---|---|
| | "ناکٿا... ! منهنجو هوڙو ڳِهريو پيو آهي"<br>"ناکٿا...! منهنجو هوڙو سُڪيءَ تي بيٺو آهي" |
| ڳِهري | ڪاهِي<br>"اي ناکٿا...! هوڙو ڳِهري آ" = "اي ناکٿا...! هوڙو ڪاهي آ" |
| گهوڙو | درياءَ جو نالو |
| گهاتو | ڄاڻپ وارو ماڻهو<br>سمنڊ جي نرين جي ڄاڻ، دريائن جي ڄاڻ رکندڙ کي گهاتو چوندا آهن.<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي "سُر گهاتو، داستان پهريون، بيت چوٿون"<br>※<br>"ڪالهہ ڪلاچيءَ وِيا، گهاتُو ڪَري گُهورَ<br>ماڏرِ مِلاحِنَ جا، ويٺي سَهان سُورَ<br>مُونکي ڪَري مَلوُرَ اُونهين وِيا اوهَرِي"<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| گهوڙي وارو | درياءَ جو نالو |
| گهمواٽي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| گهاتواٽي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| گهوگهي | پکيءَ جو قسم |
| گَهڙو | دلو.<br>"اي لِي....! گَهڙو پيري اچ" = "اي ادي....! دلو پيري اچ"<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سُهڻي، داستان پهريون، بيت پنجون."<br>گِهڙي گَهڙو هَٿِ ڪري، ٻهوُن نهاري ٻَنگُ،<br>سر در قدمِ يارفداشد چہ بجاشد، اِهوئي ونگ،<br>راتِ جنين جو رَنگُ، الا! سي اُڪارِئين.<br>※ ڪليات آڏواڻي، شاهہ جو رسا، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ، جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| ڏهيٽي | ردَ جو ننڍو ڦَرُ (جت ڳالهائين) |
| گهيٽَ | ٻارَ، آکهہ، ڪُٽنب<br>"ادا....! مون سان گِهيٽَ گڏ آهن" = "ادا... ! مون سان ٻارَ گڏ آهن" |

| | |
|---|---|
| گھورو | ڳولڻ. (جت ڳالهائين)<br>" اي ناڪٿا... ! ڪال رَچُ ويو اهو گھُورو ڪرڻ ويس"<br>"اي ناڪٿا...! ڪالهہ رَچُ ويو هو، اهو ڳولڻ ويو هوس" |
| گھورَ | رڇ ٻڌڻ، شڪار ڪرڻ ( اڪثر ڪري مڇيءَ جي شڪار کي گھورَ چئبو آهي.)<br>گھور جا وقت آهن ڏينهن ۾ ٽي چار پيرا مُهاڻا گھور ڪندا آهن. اهڙو رَڇَ جيڪو چيلهہ ۾ ٻڌي يا هوڙي، يا ٻيڙيءَ ۾ ٻڌي گھلبو آهي. اُن کي گھورَ چئبو آهي.<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر گھاتو داستان پهريون بيت چوٿون."<br>※<br>ڪالهہَ ڪلاچِيءَ وِئا گھاتُو ڪَري گھُورَ<br>مادِرِ مَلاحَنَ جا وِيئِي سَهان سُورَ<br>مُونکي ڪَري سُوَرَ اُونهين وِئا اوهَرِي<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| گھُورَ | ڏوڪڙ گھورڻ، ونواهہ جي گھور، مينديءَ جي گھور، ڇٽيءَ جو گھور، نڪاح جي گھور، مٿي ڏوئارٽي جي گھورَ.<br>جڏهن مُهاڻا گھوٽ کي شاديءَ رات چنني ۾ وٺي وڃڻ کان اڳ اُن جو مٿو ڏورائيندا آهن يعني، اُن کي ونهجاريندا آهن پوءِ گھور ڪندا آهن تہ اُن کي مٿي ڏوئارڻ جي گھور چئبو آهي.<br>گيت، "تون تان گھور وڃان" |
| گھُور | غور سان نهارڻ، چٽائي ڏسڻ<br>عشق جي نظر سان ڏسڻ |
| گھُٽَ | گوهي ڏي وڃڻ، پاسو ڏئي وڃڻ<br>مٿي وڃڻ، لنوائي وڃڻ<br>ڳالهہ جو ٻي پاسي رُخ موڙڻ<br>اي ناڪٿا! اَلو خلاصي ڳالهہ ڪندي گھُٽَ هٽي ٻي پاسي هليو ويو. |
| گھت | لنگھہ، گھيڙ |
| گھٽَ | نيچ، ٿوري ماپ |
| گھُٽ | پوست، واءَ جو بند ٿيڻ، پيشاب جو نہ اچڻ |

| | |
|---|---|
| اي ڊاڪٽر! منهنجي ڳيور کي ٻہ ڏينهن کان ونئي گُهٽَ آهي.<br>معنيٰ اي ڊاڪٽر! منهنجي پُٽ کي ٻن ڏينهن کان ونئي پيشاب نہ ٿو اچي. | |
| گسائڻ، تکو ڪرڻ، تيز ڪرڻ | گهہ |
| گس<br>اُهو گس جتان ريٽرو هوڙو يا نديين هوڙين جو اچڻ وڃڻ ٿئي. اُها زمين جيڪا سمنڊ ۾ هُجي، اُتان هوڙن جو رستو ناهڻ لاءِ پهرين ننڍڙي يا هوڙي جو رستو ناهبو آهي. اُن کي "گهو" سڏبو آهي. | گهو |
| هوڙو<br>اهو هوڙو جيڪو ريٽري (ننڍڙي ٻيڙي) کان وڏو هوندو آهي. اُن جو تَرُ تراڪڙو نہ هوندو آهي. اُن کي ٻنڌڻ وارو هوڙو چئبو آهي. | گهاڙيٽو |
| پرت پريل چولو<br>ان چولي تي هيٺيان پرت پريا وڃن ٿا بکيو، ڏند پرڻ ،چٽ پرڻ ،کلڙي پرڻ پلو پرت پرڻ ،سيو پرت پرڻ هار پرت پرڻ هار تي گل اهو سڀ گهاگهريءَ تي پرت ٿين ٿا گهاگهري خاص ڪري نوجوان ڇوڪريون پائينديون آهن<br>"ادي...! آئون پنهنجي ڌيءَ جي لاءِ گهاگهري سبرائي آئي آهيان." | گهاگهري |
| لنگهہ، گهٽ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. سُر سُهڻي، داستان ٽيون، بيت ٽيون"<br>جِنا گِهڙي تِنان گهيڙُ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪُوڙيون،<br>ڏَمَر سين جُسو ظاهِرا، مَنَ ميهارَ سين ميڙُ،<br>سانَدي پانئي نيڙُ، جنهنکي سِڪَ ساهَڙَ جي.<br>❋ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو، ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع | گِهيڙُ |
| ٻڏڻ | گهوتا |
| نر رڍ جو قسم | گهيٽو |
| وَڃَ مان پڇي وڃڻ، اوچتو محفل مان غائب ٿي وڃڻ، لِڪي پڇي وڃڻ | گهٽَ |
| نقصان، خسارو | گهاٽو |
| گهرو، گهٽي مقدار ۾ جميل | گهاٽو |

# ل

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| لَلاٽي | اوڙڪَ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| لوچاٽي | اوڙڪَ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| لالاٽي | اوڙڪَ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| لارَ | قُڙو قڙو.... قطار (ڪِنهن وهندڙ شيءِ جو قُڙو قڙو لارَ مثل هجي) |
| لارَ | هڏي واري ڪاني<br>چوپائي مالَ جي ڳِچيءَ ۾ چنگ. چَڙا ڍگرا ٻڌبا آهن. اُنهيءَ چَڙي ۾ اندر هَڏي واري ڪاني لڳل هوندي آهي. جنهن کي "لار" چوندا آهن. |
| لارَ | گهنڊ. آواز<br>شاهہ عبداللطيف جي وائي آهي. سُر سارنگ داستان چوٿون.<br>اُبي مُندَ آئُون کُهنبا ڳنڍِيَس ڪُپڙا.<br>وآسَڻَ جا ويَس ڪَيا. اَڄُ مُنهنجي يارَ<br>لارَ لائِيندي وَڄُڙا. پِنَڙَسِ پَنيا وارَ<br>پَکي آءُ پِرين تُون. لَہُ مُنهنجي سَيڏا سارَ.<br>* ڪلياڻ آڏواڻي. شاهہ جو رسالو ڪراچي 2. مڪتبہ اسحاقيہ. جهونا مارڪيٽ. 1976ع |
| لاڙو | نقصان. ٽوٽ "ادا مچيءَ جي واپار ۾ مزو ڪونہ ٿيو لاڙو ٿي ويو. |
| لاڙي چَڏ | اُچلائي چَڏ<br>"اي خلاصي ....! اِهو رڇَ درياء ۾ لاڙي چڏ"<br>اي خلاصي...! اهو رَڇَ درياءَ ۾ اُچلائي چڏ" |
| لَٿَ | مِٽي |
| لار | ماکي جي لار |
| لُت | انداز. طريقہ ڪار "يار مون توکي ڏٺو هو پَر آئون پنهنجي لُتَ ۾ هليو ويس." |
| ليباکو | سُست. ادنگو<br>"ادا....! هير تون ليباکو پيو ڏسجين"<br>"ادا...! هينئر تون سُست پيو ڏسجين" |
| لَهوارو | پاٽيءَ جي وَٽ . هوڙي مان ٻاهر نِڪرڻ. بيڙي مان ٻاهر نِڪرڻ |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| لَٽي پيءُ | **تيار ٿي وئي**<br>"ناکٹا...! ماني لَٽي پي آ، ڪئيف ٻاهر وَڃُ"<br>"ناکُٽا...! ماني تِيار آهي، ڪائي پوءِ درياءَ تي وَڃُ" |
| لياري | **درياءَ جو نالو**<br>لياري درياءَ حاجي ابراهيم واڙي واري ڪان گهمندو وڃي وا ٻ درياءَ ۾ پوي ٿو. اُتان سمنڊ ۾ ڇوڙڪري ٿو. |
| لِيار | **ميوو** (لِيار پچڻ وقت ڳاڙهو ٿيندو آهي. هن جو قد ٻير ڪان ننڍو هوندو آهي.)<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي سُر سهڻي داستان ٻوٽين، بيت اوٽويهون.<br>※<br>"واهُڙَ وَهين مَ جارَ. سُڪي ٻيلاٽيون ٿِيين<br>پَسان تُنهِنجي پيٽَ ۾، لاٽا لُوٽَ لِيارَ<br>جئن تو سَپ جَمارَ آسانِتيُون ٻوڙيُون."<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڇهريون 2009ع |
| لڳَي | **پئجي** |
| لڳَي | **پئجي رهيو بُت سُڪي ويس. چُرڻ پُرڻ ڪان هلاڪ**<br>ماڻهو ڪِنهن شيءِ جي هِيڻان اَچي ويو تہ چوندا لڳي رهيو. هوڙو پٽ ۾ اَچي وڃي تہ چوندا، لڳي رهيو. هوڙو ڪِنهن پاتال تي چڙهي تہ چوندا، لڳي رهيو. فيصلي ۾ ڪو ماڻهو هارائي ويو تہ، اُن کي چوندا لَڳي رهيو. ڪوماڻهو نقصان ۾ اَچي تہ چوندا، لڳي رهيو. ڪِنهن جو هوڙو قاسي پوي تہ چوندا، لڳي رهيو. |
| لالَ هنج | **پکيءَ جو قِسم** |
| لاکي | پکيءَ جو قِسم |
| لُچڪَ | **مَڇيءَ جو نالو** |
| لوڙَ | **مَڇيءَ جو نالو**<br>هيءَ مَڇي رنگ جي ڪاري هوندي آهي ڪاري ۽ مِٽي پاٽيءَ مَنجهہ ٿئي ٿي.<br>هِن جو قد ٽِن انچن کان ڇَهن انچن تائين هوندو آهي. |
| لوهڙ | **مڇيءَ جو نالو** |
| لانگارو | **جيت جو قسم** |

| | |
|---|---|
| | هيءُ جليبي وانگر ٽيندو آهي. هِنِ جو زهَرِ انسان جي جِسمَ جي لاءِ نقصانڪار هوندو آهي. |
| لَنگهائي | موڪلي<br>"لِيِ! منهنجا ڪپڙ شانيءَ کي لنگهائي ڏي"<br>"اي! منهنجا ڪپڙا شانيءَ کي موڪلي ڏي"<br>(هيءُ لفظ ريڙهيءَ ۾ استعمال ٿئي ٿو ۽ ابراهيم حيدري "وارا ماڻهو بہ استعمال ڪندا آهن" |
| لِي | عورت. |
| لَئي | ڪانيون.<br>اُهي ڪانيون جنهن تي هوڙو بيٺل هوندو آهي. اُنهن ڪانين ڪانسواءِ هوڙو درياءَ مَجهہ هَلي ناهي سگهندو. |
| لَئي | عورت. "هيءُ لفظ ڪاري چاڻ واري علائقي ۾ رهندڙ مرد. عورت جي لاءِ استعمال ڪندا آهن." |
| لَٿي | سِج لَهڻ کي چَون |
| لَنگهايان | موڪليان<br>"خلاصي! تون هَل آءَ توکي رَچَ لنگهايان ٿو."<br>"خلاصي! تون هَل آءَ توکي رَچَ موڪليان ٿو." |
| لَڙي | پيسي، ڪُٽي<br>"اي فاطمہ..! مِکي وِگر لَڙي ڏي"<br>"اي فاطمہ...! مونکي مصلاحو پيسي ڏي" |
| لَڙي | ڪاٺي<br>ساموندي پٽيءَ جا ماڻهو پنهنجي پکي کي لَڙي ڏيندا آهن جيئنءَ پَکو هوا تي نہ اُڏامي وڃي. |
| لباچو | گهرجو سامان (کهڙو بہ هجي) |
| لَباچو | بي وقوف |
| لانبڙ | بدچال، کيڏڻ (جو پراين عورتن سان کيڏي)<br>"ادا...! تو وارو ڇورو شهمير لانبڙ پيو ڪريان کي سڏار" |
| لَڙه | هارُ |
| لورو | ڪمينو |
| لورو | اوڙڪ، پاڙو (لورو فقيرن جي ذات آهي) |
| لوڙ | گهرج، تمنا |

| | |
|---|---|
| | "ادا...! تنهنجي لوڙ پوري ٿي"<br>ادا...! تنهنجي گهر ج پوري ٿي" |
| لوڙ | پڇتاءُ، پوڳ |
| لائي | لاهي |
| لائي اَڃ | لاهي اَڃ |
| لائون | ٽَڪر، (گهوٽ ۽ ڪنوار کي لائون ڏنيون ويندديون آهن.) |
| لاٿا | لائون،<br>ڪڇي لهجي ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار کي "لاٿا" ڏيندا آهن. يعني "لائون" ڏيندا آهن. |
| لاٿا | وڻ، (ڪڇي لهجي ۾ تمر جي وڻ کي "لاٿا" چوندا آهن.) |
| لاٿو | ٻوتو (هڪ منو لاٿو ٻيو ڪارو لاٿو. اهي جانور کائيندا آهن) |
| لاٿون | رانديڪو |
| ليٽ | ٻئي. آخري پساهه. ٻچڻ جهڙو نه آهي. ڪنهن ماڻهو جي ٻچڻ جو آسرو نه هجي. اهو پوين پساهن ۾ هجي تہ اُن لاءِ چون. هي ليٽ تي ويو. |
| لونگا | ڏيهه جونالو. ٽپو هاساڻي |
| لٽي | چمڪاٽ<br>"اِي حاجراه...! اوهان جي پاسي رات لَٽي هئي"<br>"ادي حاجراه...! اوهان جي پاسي رات چمڪاٽ هئا" |
| لاڪارو | ٻيٽ جو نالو |
| لکيئڙو | ٻيٽ جو نالو |
| لاجون | چئني پاسن. وچ ۾ چوطرف. گهر ڀي ۾ |
| لاجو | نوڙيون، رسيون<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي<br>*<br>"آتي اُتر منڊ. هِينئين اُڏڪو نہ اُهي<br>وَڻين لاڄو ٻَنڌ. ٻيهَر مَکين ٻيڙيُون"<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح. شاهه جو رسالو ڪراچي. سنڌيڪا اڪيڊمي. ڇاپو پهريون 2009ع |
| لُلڙ | سائو گاهه |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| | "ادا..! لُلر پٽي اچ تہ ساڳ ڪريون"<br>"ادا..! لُلر پٽي اچ تہ بوڙ ڪريون "<br>جڏهن سامونڊي پٽيءَ ۾ مينهن وسندا آهن. تڏهن لُلر پيدا ٿيندو آهي. هيءُ گاهہ بغير ٻج جي پيدا ٿيندو آهي هن جي پاڇي ڪاڻ ۾ تمام سني ۽ سوادي ٿئي ٿي.<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سُهڻي داستان ڇهون، بيت ڇهون"<br>ڀُھنوارَنِ پابوهِيو ڪي واهُندَنِ وَسَ<br>عُمَرَ اُنَهِين ڏيہَ جا ڏوتِين ڏِنَمِ ڏَسَ<br>وَليون وَڻَ ڦُلاريا، لُلُرَ نِڳَتَو لَسَ<br>آٽيو وجهن آهُرين سَندا ٿُهن تَسَ<br>ميوا مَجَرَ ماڪِيُون، سَيَڪا چَڪَنِ چَسَ<br>ماڙِيءَ وِهي مَسَ، مليرَ وِيندِي مارُئِي.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح. شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| لَنوارو | سائو گاهہُ |
| لان | زبان، لانگاري جيت جي زبان<br>هِن جيت جو قد ٻن اِنچن جيترو ٿئي ٿو. اُن مان "لان" ڪيندو آهي. جيڪا ٻن ڪان ٽِن فوٽن تائين هوندي آهي. جنهن ۾ تمام گهڻو زهر هوندو آهي. ماڻهوءَ کي جنهن هنڌ تي ڏنگ هڻندو آهي تہ اُها جاءِ باهہِ جيان سَڙندي آهي. |
| لوڏائو | ديهہ جو نالو |
| لوباري | درياءَ جو نالو (هيءَ درياءَ ڪڍيءَ درياءَ مان نڪري ٿو.) |
| لون مگر | مڇيءَ جهڙو ٿئي ٿو. (هن جو قد ۾ پنج فوٽ آهي ۽ ويڪر ۾ اڍائي فوٽ آهي.) |
| ليارو مگر | مڇيءَ جهڙو ٿئي ٿو. |
| لَڏائي | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| لاڪارو | درياءَ جو نالو |
| لَڪي | درياءَ جو نالو |
| لڪاناٽي | اوڙڪَ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| لِڪاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جَتن جو پاڙو) |
| لُڳڙ | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |

| | |
|---|---|
| لاڪاٽي | اوڙڪ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| لوڏياٽي | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| لالواٽي | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| لَسي | ڏاتي جو قسم (جنهن سان مهاٽيون مڇي چلينديون آهن.)<br>" لِي...! لَسي ڏي تہ مڇي ناهيان."<br>"ادي...! ڏاتي ڏي تہ مڇي ناهيان." |
| لَسي | ڏاتو (جنهن سان گاهہ بہ وڍيو ويندو آهي.) |
| لَسي | ڏُڏ (عورتون ڏهي کي ولوڙي ڏُڏ ناهينديون آهن) |
| لَسو | بغير چِٽن واري ڪابہ شيءِ |
| لتاڙي | ڏاڪڻ (جت ڳالهائين) |
| لونگ | مصالحي جو قسم |
| لڙهو | بيماريءِ جو قسم<br>هيءَ بيماري چوپائي مال کي ٿيندي آهي<br>مال کي پيٽ ۾ سور ٿيندو آهي<br>پيٽ مان پتو مان پتو ڪيندو آهي |
| لوڃري | مڇي جو قسم<br>هي ڪاري جي مڇي آهي<br>اڪثر مهاڻا هن مڇي کي چيري لوڻ ڏئي سڪائي پوءِ تپائيندا آهن هي ءِ مڇي مڻ جي حساب سان وڪرو ٿئي ٿي. |
| لُڙَ | هيءَ مڇي ڪاري پاڻيءَ جي آهي. |
| لوڙهہ | هي زهريلي مڇي آهي. هن جو ڪنڊو جنهن کي لڳي تہ ان کي شڪائي چڙهي. هن جو قد نو انچ آهي |
| لاڙهو | هيءَ مٺي پاڻي جي مڇي آهي<br>هِن مڇيءَ ۾ سَنهو ڪنڊو تمام گهڻو ٿيندو آهي |
| لڪڙ | ڪانيون<br>ادا لَڪڙ وڍي آيو آهيان |
| لاڪو | پکيءِ جو قسم |

| | |
|---|---|
| ليڪ | ختم |
| لنگهه | سوڙهو رستو |
| ليک | رشتو<br>"ادا...! انِ ڇوڪريءَ جو اتي ليک سنو آهي. جتي تون چاهين پيو"<br>"ادا..! انهيءَ ڇوڪريءَ جو اتي رشتو سنو آهي. جتي تون چاهين تو" |
| لُلوَ | گاهه جو قسم |
| لُندبو | نانگ جو قسم<br>هن نانگ جو قد اڍائي فوٽ آهي |
| لاڙا | مڇيءَ جو قسم |
| لتاڙ | چيڙ |
| لولات | دانهون ابا تون جهجا لولات نه ڪر |
| لتاڙي | ڪاٺ جو ٽڪرو<br>هوڙي ۾ به ڪم اچي گهر جي ڇت ۾ نه لتاڙي ڪم اچي |
| لولو | ٽُڪر |
| ليلائي | دانهون ڪرين، ڇيچلائي<br>شاهه عبداللطيف جو بيت آهي "سُر لِيلان، دستان ٽيو بيت يارهون"<br>❋<br>"جي لِيلائي نه لَهين ته پُڻُ لِيلائيج<br>آسِرَ مَر لاهِيج، سَجڻَ سُہاجها گهڻو."<br>نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع<br>"اي..! تون ڪو وينو ليلائي"<br>"اي..! تون ڇو وينې دانهون ڪرين" |
| لاڙيون | ڪپڙا<br>ادا هاشم مون کي لاڙيون سبي ڏي |
| لاڪارو | درياءَ جو نالو |
| لوري | دل جي اُڻ تَڻُ، شڪ، نيهه، پيچ<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي. "سُر يمن ڪلياڻ، دستان ٽيون، بيت ٻارهون" |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| | ※<br>لوري جتِ لڳوم اُتي، اُيو آهيانِ<br>سورهيه پرين سندوم، مَن ٔباجهائي بيو هڻ |
| ليکو | حساب ڪتاب |
| ليکو | ڪوڙو آسرو، دوکي وارو |
| لِڪ | ڌري، ڌرو (هي لفظ ساموندي پٽيءَ جا جَت ۽ ڳلمتي بلوچ بہ ڳالهائيندا آهن)<br>سُرڪو هياري، دستان پهريون، بيت پهريون.<br>※<br>لَيلَ نہ جاڳِينءَ لِڪَ سيئَن ڪَلِي نوَمَ ڪياءِ!<br>ڦُمرَ تِي پُهُچُ قَرِيب ڪي، اِجلس تون جُڳاءِ.<br>مِني ! مَهِمانَنِ سِين، ويهي راتِ وهاءِ،<br>جيلان نِندَ ڪَياءِ، تي روزُ رَهينِ تي راهَ ۾.<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| لاس | گهانورَسُ.<br>عورتون جڏهن پوڙ پچائين تہ آخر ۾ چانورن جو اٽو پاڻيءَ ۾ ملائي پوڙ ۾ وجهي گهاتو رَسُ ڪنديون آهن.<br>"لڳيون لاس ڪندياس، ڏونگر پوڙ ڏکن جو" شاهہ. |
| لنيگ | اوڙڪ، پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| لياڪاٽي | پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| لاڪاٽي | پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| لڪاٽي | پاڙو (بلوچن جو پاڙو) |
| لائو | پاسو، وني هَلُ<br>"ادا... ! تون جو ڪِنين لائو ڪيو" = "ادا ... ! تنهنجو ڪنهن پاسو ڪنيو"<br>"ادا ... ! احمد تون جو لائو پيو ڪري"= "ادا...! احمد تنهنجو پاسو پيو ڪٽي." |
| لسي | رڍ جو قسم |
| ليلار | ٻڪريءَ جو ننڍڙو قسم |
| لٽادو | گاهہ جو قسم<br>هن جو قد بہ اڍائي انچ ٽئي ٿو. |

| | |
|---|---|
| | |
| لُهس | تپش، باهہ جي گرمائش<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي. سُر ڪلياڻ داستان چوٿون بيت ستٽيهون<br>*<br>پَتنگن پَہُ ڪِئو، مِڙِئا مَٿي مَچَ<br>ڀَسِي لُهَس نہ لِڇِئا، سَڙِئا مَٿي سَچَ<br>سَندا ڳِچين ڳَچَ، ويچارَن وِڃائِيا.<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| لوڪائي | پاڙو، (بلوچن جو پاڙو) |
| لوءِ | لوڪ وارا، ٻيا ماڻهو<br>"ناڪُئا هاشم...! لوءِ وارن سان پيار سان هل"<br>"ناڪَئا هاشم...! پنهنجو لوڪ وارن سان پيار سان هل" |
| لوءِ | گرم، گندي<br>"اي ني...! آٿون تولاءِ لوءِ آندي آتم"<br>"اي ادي...! تولاءِ گرم گندي آندي آهي" |
| لونگاڻي | پاڙو . (ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| لهہ | وِچڙ، پيار<br>"ناڪُئو امين....! پنهنجن خلاصين سان ڏاڍو لهہ ڪري پيو."<br>"ناڪُئو اَمين....! پنهنجن مزدورن سان ڏاڍو پيار ڪري ٿو." |
| لَڪَ | جبل<br>"ناڪُئا...! چرڻ لَڪَ تپي اڳتي هلنداسين"<br>"ناڪُئا..! چرڻ جبل ٽپي اڳتي هلنداسين" |
| لُڪ | گرم هوا<br>"ادا..! اج اوڪڙ واري لُڪَ پئي لڳي"<br>"ادا..! اج گرم هواء پئي لڳي "<br>ساموندي پٽيءَ وارا ماڻهو بهار جو موسم ڪان پوءِ اوپر ۽ اتر جي هوا لڳي تنهن کي اوڪڙ ۽ لُڪ چوندا آهن. |

| لَسڙَ | نشان. (خاص جانورن کي ٽين ۽ ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ کي بہ ٽيندو آهي.)<br>"ادا....! منهنجو ڪارو اُٺ لَسڙ وارو ڏاڍو قيمتي آهي." |
|---|---|
| لِسڪات | جهٽ گهڙي، ٿوري دير<br>"اي خلاصي! لِسڪات سهي پوءِ اَچ"<br>"او خلاصي! ٿوري دير صبر ڪري پوءِ اَچُ." |
| لِسڪاتي | ٿوريءَ دير جي لاءِ، اُڌارو (هيءُ لفظ خاص طور تي ريڙهيءَ مياڻ ۾ استعمال ٿئي ٿو.)<br>"ادا...! لِسڪاتِي پيِن ڏي"<br>"ادا....! اڌاري پيِن ڏي"<br>راقم الحروف کي 2009_4_2 تي ريڙهيءَ مياڻ ۾ رات جو وقت مولوي عبدالله موساڻي سان ڪچهري ڪندي "لِسڪاتي" لفظ استعمال ڪيو ۽ هن ٻيا ڪيترائي لفظ ٻڌايا جيڪي عام لهجي ۾ استعمال ٿيندا آهن. ڪچهريءَ ۾ عبدالرحمن خاصخيلي، ابو واڍو جليل ڪٽي، نواز دبلو ۽ ٻيا ويٺل هئا. |

| م | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| مِکي | مون کي |
| مارڪو | ڪچهري، حال احوال |
| مَنيڙو | مَڇيءَ جو نالو |
| مَنيڍي | مَڇيءَ جو نالو |
| مَڇائي | مڇائڻ وارو |
| مِلواڻي | اوڙڪ، پاڙو ( ملاحن جو پاڙو آهي.) |
| مِيراڻي | اوڙڪ،پاڙو ( ملاحن جو پاڙو آهي.) |
| مانڍيريا | اوڙڪ، پاڙو ( مانڍريا، ملاحن جو پاڙو آهي.) |
| مَنڍرا | اوڙڪ، پاڙو (مَنڍرا، ملاحن جو پاڙو آهي.) |
| مَنڇريا | اوڙڪ، پاڙو (مَنڇريا، ملاحن جو پاڙو آهي). |
| مَڙي | ماءُ، يا، آمان |
| مانڊَ | اڳ ۾ |
| مانڊو | شوق سان، بِنا ديرجي ٽَڪڙو |
| ماروڙي | جيت جو قَسم، هنِ کي انگريزيءَ ۾ Pencial Sheel پينسل شيل چوندا آهن. |
| مُر | (هروڀرو بي گُناهَ، مفت<br>بِنا ڪِنهن سبب جي بي واجبي ڪرڻ ڪنهن کي نقصان پهچائڻ.<br>جنهن کي نقصان ڏيندو آهي اهو چوندو آهي.<br>"اي ڙَيا تون "مُر" مونسان بي واجبي ڪِرين توڙيا"<br>"اي اڙيا تون هَريرو مون سان بي واجبي ڪَرين ٿو." |
| مُر | نَرجو پاسو جنهن کي مُر چئبو آهي.<br>جَڏهن مُهاڻا ڪَنڌي کي ويجهو هوندا آهنِ کين جَبل جي چوٽي ڏسڻ ۾ ايندي آٿن تـه هِڪبِئي کي چوندا آهن.<br>"اي خلاصي....! مُر ڏسڻ ۾ اَچي پيو هان ڪنڌيءَ ويجهو آهيون."<br>"اي خلاصي....! جَبل جي چوٽي ڏسڻ ۾ اَچي ٿي هاڻِ ڪنڌيءَ ويجهو آهيون." |

| | |
|---|---|
| مُريو | ميڇيءَ جو قسم. هيءَ ميڇيءَ ڪاري پاٽي جي آهي. |
| مِيران | پيٽ جو نالو |
| مانڌَ تي | اڳتي |
| ماڙ | ماٺهون |
| مازَ | ماٺهون.<br>ماز آچي پيو.<br>ماٺهون اچي پيو<br>مِاڙ چِريو بينو آهي."<br>ماٺهو ڪاوڙيو بينو آهي. |
| مَڏي | جاءِ<br>جِتي مڇي پلو وڪامجي. |
| مُسڪو | مڇيءَ جو قسم<br>هنِ مڇيءَ جو وزن ٻه اڍائي ڪِلو آهي. |
| مِتار | مٽيرن حو حصو (رَڃ جي مَتار ۾ ڍُڪيون لڳنديون آهن.) |
| متيا | خراب، ڪوڙو |
| مَتارا | اولهہ طرف.زمين جو مٿاهون حصون پيسي وارو هَلندي پڄنديءَ وارو جيڪڏهن ڪو<br>ماٺهو فيصلي ۾ ڪٽي ٿو وڃي تہ اُن جي لاءِ چوَن.<br>"اي! تون مَيار ڏُرکان ڳالهين ۾ متارا آن"<br>"اي تون مياري ڏرکان ڳالهين ۾ مٿاهون يا متارا آهين." |
| موتڻ | مڇيءَ جو نالو |
| مِتو | مڇيءَ جو نالو |
| مُتٽي | درياءَ جو نالو پيٽ جو نالو |
| ماتوڙو | ماتِي، ننڍڙي چاڏي، جنهن ۾ ڏڌ ولوڙيو وڃي. |
| "مُتٽي | مسجد جي پاسي ۾ پيشاب ڪرڻ واري جاءِ کي مُتٽي چون.<br>(هيءَ لفظ ابراهيم حيدريءَ وارا استعمال ڪندا آهن.) |
| موتيلو | چانورن جي ماني<br>سامونڊي ماٺهو نيرن تي گرم گرم مانيءَ کي ڳِهُہ ۾ ڪنڊ لڳائي کائيندا آهن. |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ساڙ | ماٺهو |
| ماڙ | ماٺهو (هيءَ لفظ جَت استعمال ڪندا آهن.)<br>" اي ادا...! اَتون هوڪَ نہ پَس. اَتون ماڙِل نَهل"<br>" ادا...! تون هن کي نہ ڏِسُ تون مون ڏي ڏس." |
| مَل | درياءَ جو نالو آهي.<br>هيءُ درياءَ ڏبو ڊوري کان اڳيان گُذري ڪانئر درياءَ ۾ داخل ٿيندو آهي پوءِوچي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو. |
| مالار | مَڇيءَ جو نالو |
| مِيگيو | مَڇيءَ جو نالو |
| موراڪو | مَڇي جو قِسم: مِٺي جي مڇي آهي. هيءَ نر مڇي آهي هن مڇيءَ جو قد ٻہ اڍاي فوٽ ٿئي ٿووزن ڪلو تائين اٿس. |
| موراڪي | مَڇيءَ جو قِسم. مونث مڇي آهي هي مَڇي مٺي پاڻيءَ جي آهي. |
| مَرچوس | ڪنجوس |
| مَرچو | ڪنجوس |
| مَلور | غمگين، مايوس، ملول، اُداس |
| مَنجن | موڪلڻ، پيچڻ، پٺڻ |
| منجهلو | پوتڙو گوڏُ |
| مَنگهٽ | تاج، موڙ |
| مول | لاش |
| ماڳهين | مور |
| | |
| مامَ | راز، لِڪل بات، اشارو مطلب، حيا، شرم<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ديسي، داستان چوٿون، بيت پهريون."<br>*<br>"وارو! وَرَ وَني ويا، آرِيچا اَڱلام<br>آنداٿُون آريءَ جا، پُنهونءَ ڏي پَيغامَ،<br>نَہ ڪَيائون پاڻ ۾، مُنهان مخَفي مامَ،<br>سَنپُورا سات گَٿي، ويساهي وِريامَ. |

| | |
|---|---|
| | ڪاڪِيُونِ! رات قِيامَ، جيڏِيُونِ! جَتَ ڪري وِيا!<br>❊ ڪلياتِ آڏواڻي. شاهه جو رسالو ڪراچي 2. مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ. 1976ع |
| ماهيرو | جَڙي ٻوٽي |
| مامرو | ڪاروبار |
| ماميرو | تحفو (هي لفظ ڳچي استعمال ڪندا آهن.)<br>اهو تحفو جيڪو مامو پنهنجي ڀيڻ يا ڀاڻيجيءَ جي شاديءَ ۾ ڏئي تنهن کي "ماميرو" چوندا آهن. |
| مانجهي | ناڪئو بهادر نہ ڊڄڻو |
| مانڊو | ٿڪل، اُداس |
| مانڊي | سليقي سان (هي لفظ ڪڇي استعمال ڪندا آهن.) |
| مانڊاڻو | سينگار سجاوٽ |
| مِتي | تِٿِ، تاريخ |
| مُجڪائڻ | اکيون چنيڻ |
| مُڏو | بي وقوف |
| مائري | ڳڏو جي اندر جيت ٿئي ٿو. اُن کي ڪڇي مائري چون. |
| مارِي | شڪاري |
| مارِي | ماءُ، امان (ساحلي پٽيءَ ۾ رهندڙ ڪڇي ماءُ کي ماري چوَن.)<br>"ماري...! هي مون کي ماري ٿو."<br>" امان...! هيءَ مون کي ماري ٿو." |
| مَنڌيئڙو | سائو گاهہ |
| مارِي | نقصان، ختم |
| ميران | ٻيٽ جو نالو: |
| ميرواهہ | ٻيٽ جو نالو |
| مَل | ٻيٽ جو نالو |
| ماڳر | چار رڪندڙ ماڻهو |
| موٽ | سائو گاهہ |
| مَتَرَ | سائو گاهہ |
| مَريڙو | سائو گاهہ |

| | |
|---|---|
| مُنڊيڙي | ڀوٽو |
| منڊيل | وَل جو قِسم |
| مُرنَڊو | جَهڪو ٿيندو، سَگهه ڇڏيندو، پوئتي هٽندو لفظ مرندو خاص پاڻيءَ جي لاءِ اُستعمال ٿيندو آهي. جڏهن مهاڻا درياءَ تي ويندا آهن. |
| ماند تي | اڳتي |
| مٿي | مٿ |
| متروڪ | وِسريل، اٿلَيل، استعمال ۾ نہ اَچي. |
| ماڙوئن | ماڻهن جمع (واحد، ماڙ معني ماڻهو) |
| مڙي | ماءُ (جت ڳالهائين)<br>" توهين مڙي ڪاهِي هَز..؟"<br>"تنهنجي ماءُ ڪير آهي..؟" |
| مُوري ويو | صحيح ٿي ويو ڇُٽي ويو<br>"ادا...! مون جي ٽنگ جو ڦٽ مُوري ويو."<br>"ادا...! مُنهنجي ٽنگ جو ڦٽ (زخم) پرجي ويو"<br>صحيح ٿي ويو ڇَٽي ويو |
| مهيز ڏُهہ | مينهن ڏُهہ (جت ڳالهائين) |
| مِهيز | مينهن |
| ماڪَ | مون کي (جت ڳالهائين)<br>"ادا..! ماڪَ سُڻا"<br>"ادا...! مون کي ٻڌاءِ" |
| ميرو | اوڙڪَ، پاڙو دانڌل قوم جي اوڙڪ |
| مامو ملاح | ڳوٺ جو نالو |
| مياچ مگرو | مگرو مڇيءَ جو نسل |
| مَجون مگرو | مگر مڇيءَ جو نسل |
| مالِهيا | اوڙڪ، پاڙو (هنگورجا بلوچ جو پاڙو) |
| مگرو | مڇيءَ جو نالو هيءَ قد واري مڇي آهي |
| مينگهہ چوڏي | مڇيءَ جو قسم، هن جو قد مُنو فوٽ ٿئي ٿو ۽ ويڪر ۾ چار انچ آهي. |

| میڊیون | چوٽیون |
|---|---|
| میڊي | چوٽي |
| موري چوڏي | مڇيءَ جو قسم، هن مڇيءَ جو قد مُنو ڦوٽ ٽئي تو ۽ ويڪر ۾ چار انچ آهي. |
| موري | اُپي ڪاني، جيڪا هوڙي جي مُنڍ تي لڳل هوندي آهي.<br>ناڪئا خلاصي، درياءَ ۾ رَڇَ پوڪڻ ڪانپوءِ اُن جو هڪڙو چيڙو مُوري سان ٻڌي ڇڏيندا آهن. پوءِ هوڙو هڪ جاءِ تي بيهي رهندو آهي. جڏهن رَڇَ ڪيڻ جو وقت ايندو آهي. تہ رَڇَ جو "مُوريءَ" وارو چيڙو چوڙي يا خالي ڪيڍي رڇ ڪي چڪيندا ۽ هوڙي منجهہ چاڙهيندا آهن. |
| مُڙياس | واپس ٿيانس (جت ڳالهائين)<br>"ادا...! توئين وڏا جا ڳُڻ پَسي آجون مُڙياس."<br>"ادا...! تنهنجي وڏن جون چڱايون ڏسي آءُ مُڙي ويس." |
| مائي | عورت |
| ما | مون |
| مانکي | مون کي |
| منهوڙو | درياءَ جو نالو |
| منبڙي | درياءَ جو نالو |
| مُنٽي جو وَر | درياءَ جو نالو |
| مَلهہ | درياءَ جو نالو |
| ماڙي | درياءَ جو نالو |
| ميرجت | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| مَتواٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| مِناٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| موڏاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| مارواٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| مَنراٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| مِياٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| منڌاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |

| | |
|---|---|
| مڪڙا | اوڙڪ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| ماهئيڙا | اوڙڪ. پاڙو ( جت جو پاڙو)<br>"مان هينئڙا سَچا سڙي وا "<br>"منهنجي جان جي اندروار جيڪي پُرزا آهن. سڀ سڙي ويا. " |
| مسوراٽي | اوڙڪ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| مُنهوراج | اوڙڪ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| ميوا | اوڙڪ. پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| مِناٽي | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| ماٹڪاٽي | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| ماياٽي | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| محمدياٽي | اوڙڪ. پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| مائين | منهنجو (جت ڳالهائين<br>جتڪي لهجو<br>" ادا...! هو شيءِ مائين هَز. "<br>" ادا...!هو شيءِ منهنجي آهي. " |
| مامَل | مون وٽ. مون ڏي<br>"ادا...! تون هِين شيءِ مامَل لَهي"<br>" ادا...! تنهنجي شيءِ مون وٽ پئي آهي. " |
| مَتڪ | موڙ (جتن جي لهجو) |
| ماڏَ | ڪاٺي (هوڙي جي پاچيل تي لڳل ڪاٺيءَ کي ماڏَ چئبو آهي.) |
| مالهاري | اَچي جهرڪي |
| مُٺ | مُڪ. |
| مُنهن | وات |
| مِٽَ | ڳِل |
| مِسا | مغز<br>"ادا احمد...! مِسا نہ هَڙُ"<br>"ادا احمد...! مغز نہ هَڙُ" |

| | |
|---|---|
| ماهہ | ماس<br>"ادا اشرف...! هن جُوڙي جُوڙي منهنجو ماهہ ڪاهي ڇڏيو آهي."<br>"ادا اشرف...! هن ڳالهائي ڳالهائي منهنجي مغز جو گوشت ڪائي ڇڏيو آهي." |
| مِرچون | مرچ (جتڪي لهجو) |
| مِرون | سوئر |
| مارڻ | ڪُٽڻ |
| مَٽڻ | مَٽائڻ |
| مَ | نہ<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڏهر، داستان پنجون، ٽيويهون. "<br>٭<br>مَ لَئہ ڪُونجي ماڻ ڪَرِ چورِ مَ هنيين سَل<br>ڳوڙها مَٽي ڳَل، جمَ وهاڻيءَ وَهائيين<br>٭ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| مارڳ | چِلهہ |
| منگهو | ہہ چانگي ڪائي، پاڻيءَ جي دلي يا مَٽ رکڻ واري جاءِ |
| موڳو | واٽر ڪورس |
| مَروڙو | گاهہ جو قسم |
| موڙئي | پيٽ کي ڪپڙو ڏيڻ |
| مَٽي | وڏو ماڻهو |
| مَٽ | برابر |
| موڙو | مِنائي |
| مَٽي مَٽي | ڏاڍو<br>"ادا...! مَٽي مَٽي پيو ٿين."<br>"ادا...! ڏاڍو پيو ٿين" |
| مَت | مُڙسي |
| مَس مَس | آهستي آهستي<br>"ادا....! مَس مَس نہ اچُ تِکو اچُ"<br>"ادا...! آهستي آهستي نہ اچُ تِکو اچ" |
| مچ | باهہ |

| | |
|---|---|
| | "ادا...! مڃ تي وينا آهيون"<br>"ادا...! باهہ تي وينا آهيون" |
| مَچائيِ | وڌائي<br>"ادا... وڏِ ڳالِ کي مچائي نہ."<br>"ادا.... وڏيڪ ڳالهہ کي مچائي نہ." |
| مورکَ | بي مثال، سانجاهہ وند، جنهن جو ڪو مٽ نہ هجي.<br>"ادا...! مورکَ ٿي"<br>"ادا...! سانجاهہ وند ٿي"<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر سَسُئي آبري، داستان پهريون، بيت ستون، "<br>❋<br>ٻاٽيءَ مَٿي جهوُپڙا، مُورکَ اُجَ مَرَنِ،<br>ساهان اوڏو سُپرِين، لوچي تان نہ لَهنِ،<br>ڀرَ نہ سُڃاٽَنِ، دانهون ڪن مُنَنِ جٺن.<br>❋ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| مِلاوت | ڳڏائي سڏائي |
| ميڻ ڏي | مَکَ ڏي<br>ادا هوڙِ کي ميڻ ڏي . |
| مَر | مِٽي |
| موري | مڇيءَ جو قسم |
| مَرَ | ڀلي، ڀلي ڪري.<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر سورٺ، داستان چوٿون، بيت ٻيو، "<br>❋<br>مَرَ تہ آئين، مگڻا! مامَ پَرُوڙي موُن،<br>جيڪا ڳاهَ ڳالهائِيين، سا سَڀِ سَمجهيِسوُن،<br>تَنِهن ۾ تُسِج توُن، جيڪي پَوئَيِ پٽَ م." <br>❋ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| مَنگيو | مَڇيءَ جو قسم |
| مور | مڇيءَ جو قسم |
| مَنجن | دلا مَٽ رکڻ جاءِ |
| ماتا | چوپائي مَال جي بيماري |

| | |
|---|---|
| | هيءَ بيماري رڍَ يا ٻڪريءَ کي ٿيندي آهي ان کي بچاءَ جو ٽڪو پاڪس هٽندا آهن |
| مائي | مڇيءَ جو قسم<br>هِن مڇيءَ ۾ عورت وانگر ٻَبا ٿين ٿا. سڄي عورت جهڙ آهي خاص نَکَ جي نشاني ۽ پيرن جي نشاني عورت جهڙي ٿئي ٿي. |
| مِرو | جانور (سمنڊ ۾ هلي ٿو .مَڇيءَ کائيندو آهي ۽ ماڻهو کي به ماريندو آهي) |
| مُکِ ڏي | مون کي ڏي (ڪلمتي بلوچ جي گُلڙي پاڙي وارا هيءَ لفظ ڳالهيندا آهن)<br>"ادا ...! مُکِ پين ڏي."<br>"ادا..! مون کي پين ڏي. " |
| مَڃُڻ | نَه، متان<br>"تون...! مَڃڻ وَڃ ،رات رهي پوءَ "<br>"تون...! نه وَڃ رات رهي پوءَ"<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪلياڻ، داستان ٻيو، بيت نائون "<br>*<br>اڳيان اَڏِن وَٽِ، پوين سِر سَنباهيا،<br>ڪات ته پوين قبولَ ۾، مَڃُڻ پائين گهٽِ،<br>مَٿا مُهايَن جا، پيا نه ڏسين پَٽِ؟<br>* ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبه اسحاقيه جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| موڪڏس | ڪَڏ ۾ پوڻ، ٿَڙڻ، اوچتي ڏڪ لڳڻ، ٿورو نقصان<br>هيءَ لفظ ساموندي پٽيءَ ۾ مُرگهر ڪلمتي بلوچ ڳالهيندا آهن. |
| مان تنِ | ماريائون، منهنجو بدَن ساڙيائون، مون کي ماريون<br>ساموندي پٽيءَ ۾ ڪلمتي بلوچ ڳالهائين |
| مِزمان | مِهمانُ |
| ميٺو | طعنو _ ٽوڪَ<br>"ادا.... تون موکي مِيٺو پيو ڏين."<br>"ادا...! تون مون کي طعنو پيو ڏين" |
| مامِرو | مونجهارو (هيءَ لفظ ڪلمتي بلوچ ڳجت به ڳالهائين) |
| مُنڌ | عورت (هيءَ لفظ ڪلمتي بلوچ ۽ جت به ڳالهيندا آهن)<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر سَسُئي آبري، داستان ائون، بيت ائون "<br>* |

| | |
|---|---|
| | ڪَرِ ڪو واڪو وَسَ، وهُ مَ مُنڌ پَنيوڙ ۾، <br> چڙهي ڏاڍين ڏونگرين، پير پُنهونءَ جو پَسُ، <br> ڏورڻ مَنجهان ڏَس، پَوَنڌءِ هوتَ پنهونءَ جو. <br> ❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع <br> "ابا...! هن مُنڌ کي اچي سمجهايو ڪو چري اچي ٿي آهي <br> "ابا...! هن عورت کي سمجهايو چو چري اچي ٿي آهي." <br> شاهه لطيف جي پارڪو عبدالله مُرگهر رات جو کهچري ڪندي مٿيون بيت ٻڌايو. ڳوٺ حاجي علي بخش مُرگهر ۾ وينل ڪچهري ۾ عبدالله مُرگهر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جا اٽيپيل بيت ٻڌايا ان کهچري ۾ شفيع مُرگهر، الهه بچايو مُرگهر ۽ رمضان مُرگهر وينل هئا. |
| مُنڌ | سکيو ستابو <br> "ادا...! منهنجو مال مُنڌ ڪري، سُئو ٿي آيو" <br> "ادا...! منهنجو مال چري سکيو ستابو ٿي آيو." |
| مَنڌ | شراب <br> شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪلياڻ، داستان پيو." <br> ❊ <br> "وائي" <br> مَنڌُ پئندي مون، ساڄَنُ سهي سڃاتو، <br> پِي پيالو عشقَ جو، سڀڪي سمجهيو سون، <br> پريان سنڌي پارَ جي، اَندرِ آڳِ اَٿون، <br> جِٿئُ ناهي جَڳَ ۾، ڏينهن مِڙيئي ڏون، <br> اَلا! عبداللطيف چئي، آهين تُن ئي تُون. <br> ❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| مُرگهر | اوڙڪ ،پاڙو (ڪلمتي بلوچ جو پاڙو) |
| مهَري | اوڙڪ، پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| مَلڪاڻي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| مَروا | پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| مُنڌير | اوڙڪ پاڙو (لاشاري بلوچ جو پاڙو) |
| مُنبراڻي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| ملواڻي | پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| مير | پاڙو (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |

| | |
|---|---|
| مُبارڪاڻي | پاڙو (گبول بلوچ جو پاڙو ) |
| ملوڪاڻي | پاڙو (گبول بلوچ جو پاڙو ) |
| مُنجَي | موڪلي، موڪلڻ، ٻڌائڻ |
| مَنائيُون | ٻُڇڙايون، برايون<br>شاھ عبداللطيف جو بيت آهي "سُر سري راڳ، داستان چوٿون، بيت ٻيو"<br>※<br>"چڱا ڪَنِ چڱائيُون، مَنائيُون مُنَنِ<br>جو وَڙُ جَڙي جِن سِين ،سووڙ سيئي ڪَنِ<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاھ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع<br>"اي ناڪُٺا...! ڦاسو ٻڇڙايون پيو ڪري" |
| موڏي ڪُنڊي | مينهن جو قسم (هن مينهن جو وَر يعني سِنگ صفا ننڍو هوندو آهي) |
| موڏي | ٻڪريءَ جو قسم |
| مَنداڻي | پاڙو (ڳورائي بلوچ جو پاڙو ) |
| مِناڻي | پاڙو (ڳورائي بلوچ جو پاڙو ) |
| مصرياڻي | پاڙو (ڳورائي بلوچ جو پاڙو ) |
| مُراداڻي | پاڙو اوڙڪ (رحيرا بلوچ جو پاڙو ) |
| مُلاڻي | پاڙو (مَروا بلوچ جو پاڙو) |
| ميواڻي | پاڙو (ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| متاراڻي | پاڙو (ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| مولي ڏناڻي | پاڙو (ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| مو ٽياڻي | پاڙو (ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| ملهو غاڻي | پاڙو (ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| مناڻي | پاڙو (ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| مصرياڻي | پاڙو (ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| موئيلڙو | ڪاٺ جي فوٽ ڏيڍ جو ٽُڪرو ٺهيل |
| مَرندو | جهڪو ٿيندو<br>"ناڪُٺا...! پاڻي ڪرو ٿي ويو آ هير رَچ ڪونہ نڪرندو وري پاڻي مَرندو پوءِ نڪرندو"<br>"ناڪُٺا..! پاڻي تيز ٿي ويو آهي، هينئر رڇَ ڪونہ نڪرندو وري پاڻي جهڪو ٿيندو پوءِ نڪرندو " |

| | |
|---|---|
| مَڏَ | ٻيڙي، هوڙو<br>شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي<br>❊<br>"مَهارَ ملاحن کي اُيو ڪري سَڏَ<br>ادا انهيءَ پارَ جا ، موڙي اَچوَ مَڏَ،<br>ويا جي وَه گڏ،سي هلو تہ ڏوريون سُپرين"<br>❊ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| مَڏَ | سامان،<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ڪاموڏ، داستان پهريون، بيت پندرهون "<br>❊<br>"تهڙو ڪِنجَهر ۾ ڪينَ ٻيو، جَهڙي سوُ نهَن سَندِياس،<br>مَڏَ، ميانٽيوُن، مَڪُرا، مِڙئي مَعافُ ٿياسِ،<br>موريِچَل مَٽانسِ، اُيو تَماچي تي هَٽي،<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| مَڪڙي | ٻيڙي<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر سريراڳ، داستان ٻيو، بيت ڏهون "<br>❊<br>آڏو ڇِڪڻ چارُ، مُنهنجي موجَ نہ سگهي مَڪُڙي،<br>ميڙي مَنايِن جو، بيَحدِ، چاڙهيم بارُ،<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| مَچلا | ٻن ورن وارو چانديءَ جو زيور<br>بلوچ عورت جي پير جي آڱوٺي جو زيور آه |
| ماڏوري | پاڙو ڳورئي بلوچ جو پاڙو |

| ن | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| نَر | جنهن هنڌ تي درياءَ وچي سُمنڊ ۾ داخل ٿئي اُن جڳهه کي "نَر" چئبو آهي.<br>وير جي وقت، آلڙ جي مهل يا طوفان جي وقت ناکئا "نر" يعني سمنڊ ۾ هوشياريءَ سان داخل ٿيندا آهن. جي ٿوري به لاپرواهي ۽ غفلت ڪيائون ته هوڙو يا ٻيڙي ٿُني پوندي آهي. |
| نَريون | ڪُلي سمنڊ مان اندر اَچڻ جو رستو جتي درياءَ چوڙ ڪري. |
| ناٽاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| نَمِي | لَهي |
| نارَي | نهاري، سوچي |
| نَچو | نشو هي لفظ ريڙهي وارا استعمال ڪن ٿا. |
| نانگ واري | درياءَ جو نالو ٻيٽ جو نالو<br>سنهڙي درياءَ مان نانگ واري درياءَ نڪري ٿو.<br>نانگ واري درياءَ اڳتي وڃي آڏياڙي درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. |
| نانگو | ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو |
| نِڪَ | تڏو<br>پن يا پکَرن جو ٺهيل هجي |
| نِڪ | سڃاڻپ جي نشاني<br>قوم، قبيلي جي سڃاڻپ جي نشاني |
| نَڙ | سائو گاهه |
| نور | نئين، نئون |
| نِدا | وَل جو قسم |
| نَذر | نظر |
| نانگ وَل | وَل جو قسم |
| نَمد | هينياٽين |
| ناري اچ | ڳولي آچ، جاچ ڪري اچ، ڏسي اُچ، نهاري اَچُ |
| ناسارو | بيڪار، بي ڪمو |

| | |
|---|---|
| نوراٽي | اوڙڪ، پاڙو (لاحن جو پاڙو) |
| ناصر وارو | درياءَ جو نالو |
| نولڪاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| نتالاٽي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| نيرڻ | نيئر<br>شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيت ۾ "نيرڻ" لفظ ڪتب آيل آھي. سُر سَسئي<br>❊<br>"آڏيون اُت ويام، منھنجا "نيرڻ" سوڌا نڪري<br>ڪينجيون جي قرفن جون، سانڍڻ سور پيام،<br>سنجھي هوت ويام، صبح پڌم سَندرو |
| نيرڻ | " ابا....! مينھن ڪان نيرڻ ڪَرَ" = " ادا.....! مينھن ڪان نيئر ڪَيو." |
| نَھلَ | نھار، ڏِسُ<br>" اي....! آتون هيٽي تہ نَھل"<br>" اي...!، تون هيڏانھن تہ ڏِسُ" |
| نايتي | نالي سان (جت ڳالهائين)<br>"ادا....! فلاڻي جاءِ وھوس، توھين "نايتي" ساراھ پئي."<br>"ادا.....! فلاڻي جاءِ تي ويوھوس تنھنجي نالي سان ساراھہ پئي ڪئي." |
| نيرڻ | اک |
| نڙي | ڳچي |
| نڪٽي | سُمند جو پاڻي لَهي وڃڻ |
| نڪيٽي | لاٿن لَهڻ واري رات |
| نيرو ڦُر | گاھ جو قسم، هن ۾ اچو ،سائو گل بہ ٿيندو آھي |
| نوائو | هوا جو نہ هجڻ ، هوا جو بند ٿي وڃڻ |
| ناگو مسافر | اولاد کان محروم ماڻھو |
| ناسي | موسم<br>هيءَ موسم آڪٽوبر جي پڇاڙيءَ ۽ نومبر جي مهيني ۾ هوندي آهي .انھيءَ ۾ اولھہ ۽ اُتر واري پاسي کان تيز هوا لڳندي آهي. |
| نَور | زمين جو غير آباد هُئڻ |

| | |
|---|---|
| ناڙو | گاھہ جو قسم |
| ناڙو | وَڻ |
| ناگيل | وَڻ جو قسم |
| ناگيل | وَل جو قسم (هي وَل برسات جي موسم ۾ ٿيندي آهي) |
| ناسي | واءُ<br>اولهہ ۽ اُتر جي ڪُنڊ واري واءُ کي ناسي واءُ چوندا آهن جنهن ۾ خاص ڪري مادين اُٺين کي سيءُ جهجو ٿيندو آهي ۽ اهي ڦُر ڪيرائي ڇڏينديون آهن. "ناسي" واءُ کي "وهندي" واءُ بہ چوندا آهن" |
| نيرگي | پکيءَ جو قسم |
| نَرڙي | ڊنڊ جو نالو (گولاڙچي تعلقي ۾ آهي.) |
| نورڙو | جانور |
| نَريون | ماپَ<br>"ادا ...! تنهنجو رڃَ ڪيترين نريون ٿيندو" = "ادا...! تنهنجو رڃَ ڪيتري ماپ جو ٿيندو" |
| نِمندو پَٽَ | هيٺائون پَٽَ |
| ننَڻَ | وڻ جو قسم |
| نايرَ | ناريل |
| نوڃڻ | چوپائي مال جو ونگ (ڏهائي ءَ جي وقت ياڳيا استعمال ڪندا آهن.) |
| نمونيا | چوپائي مال جي بيماري<br>هيءَ بيماري رڍَ يا ٻڪري کي ٿيندي آهي اُن کي بچاءَ جو ٽُڪو پليورون مونيا هٽندا آهن |
| نِبر | شاديءَ جي رَسَم (سائوڻ)<br>هيءَ رَسَم ساموندي پٽيءَ ۾ ڪلمتي بلوچن ۾ اڄ بہ موجود آهي گهوٽ جڏهن ڏِڪٽي جهورڻ ايندو آهي تہ ميدان تي نوڏ ڪوڙيو ويندو آهي يعني سائي وڻ جو ٽارو زمين ۾ ڪوڙي اُن جي پاڙ ۾ ڪارڪون ۽ اَنُ رکيو ويندو آهي. پوءَ گهوٽ اُن وڻ جي پرسان ڏِڪٽي جهوريندو آهي. |
| نِبر | نئون.<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر ساموندي، داستان ٽيون، بيت اٺتيهون"<br>"نِبَرَ نِيہُ سَندوم، جِنَّن مون اُڀي هُنِ ٿيلئو<br>سَعيو سامُوندرينِ سين، اڳهن تان نہ ڪِئو مِ<br>وِحَهڻُ مَنجِهہ هُئومِ، پاڻُ وَراڪي رَسَ سِين."<br>* نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ٻھريون 2009ع |
| نَياڻ | پاڻي پيئڻ جي جاءَ _ تَرَ (جت ۽ بلوچ ڳالهائين ) |
| نِڪتو | ٿيندو ڪونہ<br>"ادا ... مير کي ڇٺا پيو، پر تون جو ڪم نڪتو" |

| | |
|---|---|
| | "ادا... مير کي جوان پيو، پر تنهنجو ڪم ٿيندو ڪونہ" |
| نِڪٽو | ڪو بہ ڪٽو حاصل نہ ٿيندو |
| ناناٽي | پاڙو (ڳورائي بلوچ جو پاڙو ) |
| نِيل | نَو لک، نَو لک |
| ناناٽي | پاڙو ( ٻوا بلوچ جو پاڙو) |
| نوتڪاٽي | پاڙو (ٻوا بلوچ جو پاڙو ) |
| نانگو | واءُ<br>چوپائي مال جي بيماري ۽ جو قسم خاص ڪري سانوڻ جي موسم ۾ اٺ ڪانسواءِ ڳئون، مينهن ،گهوڙو، رڍ ٻڪري کي نانگو واءُ لڳندو آهي |
| نِمندو | جهڪندو، هيٺائون پَٽَ |
| نبار | اصلي پيور |
| نوري<br>نورو | زڪام، ليس نَڪَ مان وهندڙ رطوبت<br>زيور جو قسم هيءَ پير جو زيور آهي بلوچ عورتون پيرن جي ٽٽيءَ ڪان مٿي پائيديون آهن |
| نورو | گهاٽو ليس ،نَڪَ مان وهندڙ سنگهہ |
| نَنگر | ٻيڙيون يا وڏا ٻيڙا<br>عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر سامونڊي، داستان پهريون، بيت ٽيون "<br>❊<br>" لکي اُتَر هِيرَ سامُونڊِي سِڙهَ سَنياهِيا،<br>نَنگرَ کڻِي ناکُئا، ٿِئا سَٽائيءَ سِيرَ،<br>هِنيَڙي نِتَ اُکيرَ ،ڪاري ڪيڙائُن جي "<br>❊ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| نِيرو يا نِير | ڊورو (جتان پاٽيءَ لهي ۽ چڙهي) |
| نوڪڙي | ٻارن جي راند |
| نِنڌڻ | ٻي کي جهڻ ڪرڻ، هدايت ڪرڻ |
| نِيرَ | زنجير،<br>عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر ڪنيات، داستان چوٿون بيت سترهون"<br>❊<br>نَو نيرَ ڏهہَ ڏاوَڻيُون، پَندرَهن پِينڊَ پيَاس<br>بِغَلَ مَنجهہِ بَگهاڙيُون، لڳين لوهہَ لڳاسِ<br>جُہ ساجَنَ سَنپرِيَاسِ، تہ ڇرڪَ ڇِنائِين هيڪَڙي.<br>❊ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |

| و | |
|---|---|
| **لفظ** | **معنيٰ** |
| وتايو | اُڇلايو لاهيو هيٺ رکو |
| وِٿا | وِيا |
| وِتائڻ | اُڇلائڻ، پري ڪري ڇڏڻ، پوکڻ<br>گهر مان گند ڪچري کي ٻاهر ڪڍڻ کي وتائڻ چئبو آهي.<br>هوڙي مان مڇي ٻاهر ڪڍڻ کي وتائڻ چئبو آهي هوڙي مان درياءَ ۾ رَڇَ لاهڻ کي وتائڻ چئبو آهي ڪنهن بہ شيءِ کي هيٺ لاهڻ، پرِي ڪرڻ کي وتائڻ چئبو آهي. |
| وِتائي ڇڏ | اُڇلائي ڇڏ |
| واتار | حَسد، ساڙ نظر<br>"اي ادا...! واتار نہ ڪر متان احمد نظرجي پئي"<br>"اي ادا...! حَسد نہ ڪر متان احمد نظرجي پئي" |
| وانت | اولهہَ طرف هي لفظ جَت استعمال ڪندا آهن. |
| واتان | اولهہَ طرف |
| واسرو | اولهہَ طرف |
| وراندِ | شام جو پَهر، سج لٿي جي مَهل |
| ونگار | بيگر، مَدد همدردي |
| ونگار | ٻوڙ پچائڻ جي شروعاتي تياريءَ کي ونگار چون.<br>(ساحلي پٽيءَ جا ڪڇي استعمال ڪندا آهن.) |
| وَتاٺو | گذريو يا لنگهيو |
| وَنگائي | اوڙڪ، پاڙو وَنگائي: جَتن جو پاڙو آهي. |
| ويسي | سيڏو سامان<br>" ادا...! گهر مجهہ ويسي وٺي رکي آهي<br>"ادا ...! گهر ۾ ڪاڏي پيتي جي سامان کي وٺي رکيو آهي."<br>"ادا....! ويسي وٺي درياءَ تي وڃان ٿو."<br>"ادا...! سيڏو سامان وٺي درياءَ تي وڃان ٿو" |

| | |
|---|---|
| ويسي | پائيواري، پئسہ گڏ ڪري رکڻ کي بہ ويسي چوَن. |
| واڙَ | ڍنگهرن، ڪکن، ڪانن جي چار ديواري |
| واڙو | ٻڪرين مينهن، ڍڳين جو واڙو جتي ڍُڪائي ٿئي |
| واڙو | درياءَ جو نالو آهي. |
| وِستو | دير سان، پوءِ |
| وِقلڻ | پاڻ مُرادو ڳالهائڻ |
| ورچائڻ | تنگ ڪرڻ، بيزار ڪرڻ |
| ورق | پنو يا ڪاغذ |
| ويساهي | ڪجهہ دير آرام ڪرڻ |
| وايوڙيل | جوش، جذبي، دٻدٻي يا چريل |
| وکار | چنو چاپرو، اوطاق (هوڙي، ٻيڙين جي سامان رکڻ جي جاءِ) |
| وانڍَ | وٿاڻ، ويهڻ واري جاءِ.<br>جڏهن برساتيون پونديون آهن گاهہ پٽ ٿيندو آهي تہ ساموندي پٽيءَ وارا مالوند ماڻهو اُن وَسُ تي مال چارڻ جي لاءِ ڪاهي وڃي وانڍ ٺاهي ويهندا آهن. وانڍَ ڪکن پنَنَ جو جهوپڙي هوندي آهي جنهن ۾ چَڙا رهندا ۽ انهيءَ وانڍَ ۾ عورت ناهي رهندي“ |
| واٽ | رستو |
| ويرو | بيروزگار واندو<br>”ناکٽا....! ويرو وينو آهيان.“<br>”ناکُٽا....! بيروزگار وينو آهيان.“ |
| ويرو تي اَچڻ | واندو تي اَچڻ<br>”ناکُٽا....! آءٌ ويرو تي اَچان. پوءِ درياءَ تي هلَندس“<br>”ناکُٽا...! آءٌ واندو تي اچا. پوءِ درياءَ تي هلندس“ |
| ويسرمگر | مڇيءَ جو قسم.<br>(هن مڇيءَ جو قد ٻن سئو فوٽڻ کان متي ٿئي ٿو. ويکر ۾ پنجاهہ فوٽن جي آهي.) |
| ونهيو | پکيءَ جو قِسم |
| وائرو | ڪاڪوس |
| ونجهہ | ڪاٺي |

| | جنهن سان هوڙي يا ٻيڙيءَ کي توري پاڻي مان ٻاهر ڪڍندا آهن. اُن ڪاٺيءَ کي ونجهه چئبو آهي. |
|---|---|
| وَري | موتي |
| ويري | دشمن |
| ويريو | دشمن ( هي لفظ ڪڇي استعمال ڪندا آهن.) |
| ويڳر | مصالو (جنهن ۾ مِرچ، لوڻ، چمڙيون (ڪٺاڻ) جيرو دال چيني هي ٿوٽل ويڳر آهي.)<br>"لِي....! مکي ويڳر لَڙي ڏي؟"<br>"اي..! مون کي مصالو پيسي ڏي" |
| وِڪَر | ريتي ( هي لفظ ريڙهي مياڻ وارا مهاڻا استعمال ڪندا آهن.)<br>"لي..! آءُ وِڪَر ڪٽي تي اچان."<br>"اي....! آءُ ريتي ڪٽي تي اچان" |
| واءُ | هوا |
| واهَ | سُڻي |
| وَڏيون | ٻيٽ جو نالو درياءَ جو نالو |
| وائر | ڪاري پاڻيءَ جي مَڇي |
| وامر | ڪاٺي، (جيڪا ڇهن ستن فوٽن جي هوندي آهي.) |
| وَنو | برسات پئي |
| وَنو | ڳوٺ جو نالو (هي ڳوٺ تعلقي ڪاروڇاڻ ۾ آهي.) |
| وَنو | وَٽُ.<br>ناڪئا....! هي رَڇَ وَنو"<br>ناڪئا...! هي رَڇَ وَٽُ" |
| ونو | درياءَ جونالو ٻيٽ جو نالو<br>"ونو درياءَ ڦاٽَ درياءَ جِي ڏکڻ مان نڪري ٿو. پوءِ گهوڙي واري نار ۾ داخل ٿئي ٿو." |
| ويجا | ويجهو نزديڪ (جت ڳالهائين) |
| وِي | اُهو (جت ڳالهائين)<br>" وِي ڪاڙو هَزَ؟"<br>اهو ڇا آهي؟" |
| وَهان | اِيئن، (جت ڳالهائين) |

| | |
|---|---|
| | "وهان نہ سي ها...."<br>"اِيئن ڪونہ ٿئي ها...." |
| وَهون | ويو (جت ڳالهائين)<br>"اسلم......! ڪوهين وَهون هزون...؟"<br>"اسلم.....! ڪيڏانهن ويو هُئين...؟" |
| وَيان | درياءَ جو نالو<br>ويان درياءَ هَلندو "ڳنوري واري" درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. |
| وَها | ويو |
| وَها هَزَون | ويو هُئين (جتڪي لهجو)<br>"ميخاني تي وهو آئي اُتي وَها هزون بيٺل"<br>"ميخاني ۾ ويو هوس، اتي ماٺهو ويٺل هئا" |
| وَجا | ڄاڻ، سنوت، اٽڪل<br>عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي "سُر يَمن، داستان ٽيون، بيت ٻاويهون" ※<br>جِت حبيبَ هَٽَن،نائُڪَ نِيهَ جِي<br>تِتَي طَبِيبَن وَجِي وِجا وِسَرِي "<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهہ جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو ڦيريون 2009ع |
| واڇڻ يا واڇڻ | وَڇڻ (جت ڳالهائين) |
| وائي | ڳالهہ (جَت ڳالهائين) |
| وڃي ٿو | وڃان ٿو (جت ڳالهائين) |
| وچار | درياءَ جو نالو |
| وَلَلَ وَناڻ | درياءَ جو نالو |
| واگهائي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| وزيراڻي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| ورحماڻي | اوڙڪ، پاڙو (جتن جو پاڙو) |
| وَلاسايا | اوڙڪ، پاڙو (ملاحن جو پاڙو) |
| وَهي وا | هَليا ويا |

| لفظ | معنيٰ ۽ مثال |
|---|---|
| | شاهہ عبداللطيف ڀٽائي "پورب" جي بيت ۾ "وَهي وا جو لفظ" ڪتب آندو آهي.<br>"سَر ۾ پکي هِڪڙو نہ چُڻي نہ چونگاري،<br>رَضا جا رحمان جي پيو پکيئڙو پاري،<br>وَٿان ويچاري، وڳر سڀ وَهي وا" |
| ويزو | مغرور، هَٺ وارو وڏو (جت ڳالهائين)<br>"اَتون ويزو آزمي ٿو آ، جو ماڻهو بہ نالو نہ اوءِ"<br>"تون ايڏو مغرور ٿي ويو آهين، جو نهارين بہ نٿو" |
| وِزهہ | وِجهہُ (جتڪي لهجو)<br>"اِهو وِزهہِ هيمر."<br>"اهو وجهہ هِنِ ۾." |
| واچان | هَلون (جَت ڳالهائين)<br>اي ناڪتا......! هاٿو پاڻ ڪاري بيٺ تي واچان ڪِيئا."<br>"اي ناڪتا....! هاٿي پاڻ ڪاري بيٺ تي ڪيئن هَلو...؟" |
| واچڻ | هَلڻ (جتڪي لهجو)<br>"اَچون چاڪَ ڪونهي، واچڻ جيزو ڪونهي."<br>"چاڪ ناهيان هلڻ جهڙو ناهيان" |
| ووڙو | وَهڙو |
| ووڙي | وَهڙي |
| وچاڙي | ڪياڙي |
| وِڳهہ | گهاٽو جنگ<br>"اداقبول....! مال کي ايڏي وِڳهہ ۾ نہ ڪاهي وَڃ، مڙهہ ٿو ڪديين."<br>"ادا قبول...! مال کي گهاٽي جهنگ ۾ ڪاهي نہ وڃي مال جو مڙهہ ٿو ڪديين" |
| واگهيري | جوڳي، (هيءَ جوڳين جي ذات آهي.)<br>"ادا ....! واگهيريءَ کي وٽي اچو، تہ قاسم کي نانگ ککي وڏو آهي تہ ڏنگ چوسي. |
| ويها | ويساک (جتڪي لهجو) |
| واکو | ڪولي چڏڻ ، تڙي پکيڙي چڏڻ<br>"ادا....! مچيءَ جي ڏڳ کي ٿورو واکو ڪري چڏ."<br>"ادا...! مچيءَ جي ڏڳ کي ٿورو پکيڙي چڏ" |

| وِج ڪري | ڪُڪڙي بيدا خراب ڪندي پاڻيءَ ۾ ونجھاريوس |
|---|---|
| وڙي | ڪاني (هيءَ ڪاني بولي رچ ۾ ڪَم ايندي آهي.) |
| وَٽاڻ | هِڪ درياءَ جو ٻي درياءَ مان نڪرڻ |
| وڏيرڻ | ڳوٺ جو چڱو مڙس _ وڏيرو<br>اونهي هيٺ ٿي هيٺ<br>درياءَ ڪنڌي اونهي کي وڍي چئبو آهي<br>جيڪڏهن کي ليٽ يعني واري پئجي وئي ته ان کي ريل چئبو آهي. |
| وَهندي | اولهه جو واءُ<br>" ادا....! اڄ وهندي لڳي آهي"<br>"ادا....!اڄ اولهه جو واءُ لڳو." |
| وَرندي سال | ايندڙ سال |
| وانج | مِٽيءَ وارو طوفان |
| واهه جو ٿيو آه | جهجو ٿيو آ |
| وانچي | مڇيءَ ڪادي به آهه ته مِني جي به آه |
| وِڪَ وجهہَ | تڪڙو هَل<br>" اي...! وک وجهہ ماما چچر کي رسون"<br>"اي...! تڪڙو هل ته ماما چچر کي رسون" |
| واندي | ٿلي<br>"اي تون واندي ويٺي آ، هل ته هلون ڪم ڪار تي"<br>"اي تون ٿلي ويٺي آهين، هل ته هلو ڪم ڪار تي" |
| وِج جا ڪڙاهت | ڳوڙ - وج جو ڳوڙ<br>" ادا....! ايرندي طرف وج جا ڪڙاهت آهن." |
| وَهيو | پکي ءَ جو قسم |
| وَجاءِ | خوشيءَ جي اظهار<br>"اي...! فقير وِجاءِ دهل وجاءِ"<br>"اي ...! فقير خوشيءَ جو دهل وجائي" |
| وَنجهہ | ڪاني<br>"اي خلاصي...! هوڙي کي ونجهہ ڏي ته وري"<br>"اي خلاصي...! هوڙي کي ڪاني ڏي ته وري" |

| | |
|---|---|
| وِڄين | سنهڙو جيت (هيءَ جيت مک کي کائيندو آهي) |
| واڪَ | مُلهه رقم ڏوڪڙ |
| وِڏر | ڪَڪَر |
| ويراڳي | سيڪجهه ڇَٽَ<br>"ادا ....! هي ماڻهو ويراڳي آ سڀ ٽپڙ پورا ڪري وينو آهي"<br>"ادا...! هي ماڻهو سيڪجهه ڇَٽَ ڪري ٽپڙ پورا ڪري وينو آهي" |
| ويچا | دشمني<br>"ادا...! تون دشمني نہ وجهہ " |
| وئون | تمام پري<br>"ادا...! ڪالو وئونج ويو هليو "<br>"ادا..! ڪالو پري ويو هليو " |
| وَهڪَ | جاءِ<br>"ادا...! اُن جي وهڪ ڏني اٿيءِ ڪٿي وينو آ"<br>"ادا...! اُن جي جاءِ ڏني اٿئي ڪٿي وينو آهي." |
| واڪو | پڏرو<br>"ادا....! تون ڳالهہ ۾ واڪو ٿي وئين "<br>"ادا...! تون ڳالهين ۾ پڏرو ٿي وئين" |
| وائلو | ڪاٺ کي چلڻ وارو اوزار |
| ونجهڻو | لوهہ جي پٽي<br>جنهن سان ڪاٺ کي سوراخ ڪجي |
| ولهار | علائقي جو نالو |
| وَرو | ڪانيءَ جو قسم<br>"ابا.... ! ڇَني ۾ ورو وڌو اٿئي"<br>"ابا...! ڇَني ۾ ڪانيءَ وڌي اٿئي" |
| وَرو | ڏَڪَ<br>"شالي...! تون جو مڙد هير ڪٿن آهي" = " شالي...! تنهنجو مڙس ڪيڏن آهي"<br>"اي ادي...! هاڻ وَرو جهلي ويو آهي." = " اي ادي..! هاڻي ڏڪ پچائي ويو آهي" |
| وَڏڪَ | وڏي، ڊِگهي نہ ڪرَ جهجهي نہ ڪر<br>"ادا مختيار ...! تون ڳالهہ کي وَڏڪَ نہ ڪر" |

| | |
|---|---|
| | "ادا مختيار...! تون ڳالهہ کي ڏکيو نہ ڪر" |
| واڪيڻ | مڇيءَ جو قسم (هن جو قد اڍائي کان چار فوٽ ٿئي ٿو) |
| وَهہ | چربي مارو ماڻهو<br>چوپائي مال مان وَهَہ ڪڍندا آهن. سامونڊي پٽ ۽ مهاڻا مڇين مان وهہ ڪڍندا آهن |
| واهُندي | سياري جي پڇاڙي<br>سياري جي پڇاڙي واءُ لڳندو آهي، اهو ڏاڍي سرد موسم هوندي آهي جنهن ۾ اُٺَ کي بہ سردي لڳندي آهي ان کي واهُندي چوندا آهن<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو بيت آهي سُر سامونڊي<br>"لَڳي اُتَرَ اُهرئا ،واهندي ورَنِ<br>آئون گهٽوئي گهوريان ،سودو سامونڊي<br>اَگڻ جن اچن عيد ورتي ان کي" |
| ويڻ | طعنو ٽوڪ چٿر |
| وِسَہُ | ڀروسَو، ويساهُ، (هيءَ لفظ ڪلمتي بلوچ استعمال ڪندا آهن)<br>"ادا....! آئون آچر تي ايندي مون تي وِسہُ ڪر."<br>"ادا...! آءُ آچر تي ايندس مون تي ڀروسو ڪَر"<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي:<br>سُر بلاول، داستان ڀهريون، بيت ڀهريون.<br>❊<br>"وِسَہ اِنَهين ويڻَ کي، جئِن دَعوَتَ کي دانا،<br>مَضمَضَہ واتا، وِجُهہ نہ ڏيئي واتَ ۾.<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| وِسَهي | اعتبار ڪري، ويساهُ ڪري<br>شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي:<br>سُر ديسي، داستان ستون، بيت ستون.<br>❊<br>" مَتان ڪا ٻُڙي ! ٻول پارو چي وِسَهي،<br>هوُنَد نَہ سُتيسِ سرَتيوُن ! ويهي رَهيَس وَڙي،<br>جَتَ پنهنجي جوءِ ۾، گهارِين مانَ گهڙي!<br>ڪيچِيَن آئون نہ ڪَڙي ڪنهن ڏُکيءَ ڏاوَڻَ ڏائيو.<br>❊ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبہ اسحاقيہ جهونا مارڪيٽ، 1976ع |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| واهين | اوهانجي، (جتڪي لهجو) |
| وريائي | پاڙو، (مُرگهر بلوچ جو پاڙو ) |
| وڏيرائي | پاڙو، (مُرگهر بلوچ جو پاڙو) |
| وريائي | پاڙو، (رجيرا بلوچ جو پاڙو) |
| وَهڙو جاگير | ديهه جو نالو، (هيءَ ديهه تعلقو مير پور ساڪرو ۾ آهي) |
| وِٽُ | مُزو، ذائقو، سواد، نفعو<br>" ابا...! هنِ مان ڪو وَٽ مليو"<br>"ابا هنِ مان ڪهڙو مزو مليو"<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي: "سُر سري راڳ، داستان پهريون، بيت ڇهون"<br>※<br>"وٽ ويمي جو جي لَهين ته ٻي ڪارِ نه ڪَرين ڪا،<br>سا پَرُوڙِيج ڳالهڙي وَٽِجارَن وَٽا<br>موتِي جَنِ هَٽا، آندءِ گهٽي اَدَبَ سِين."<br>※ نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر، محقق ۽ شارح، شاهه جو رسالو ڪراچي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڇاپو پهريون 2009ع |
| وَٽُ | هلُ، هلندي وَڄُ |
| وَٽَ | چوڻ، ٻڌايو، ٻڌائين، (جت ڳالهائين)<br>"آئون ڇاڙو وتايو"<br>"تون ڇا ٿو ٻڌائين" |
| ونڌڻ<br>ونڌين | پوئڻ، پوئين، خوبصورت، (مٽيون مٽين سان پوئين)<br>جئين موتي موتي ڪان الڳ نه ٿئي اها خوبصورت شيءَ جي نشاني آهي پوءِ ٻي عورت ان هار جي تعريف ڪندي چوندي آهي. ڪوبه اهڙ ڪم جيڪو وٽندڙ هجي ان جي لاءِ ونڌڻ يا ونڌين جو لفظ استعمال ڪندا آهن<br>"اي..! تو اهڙو ڪم ڪِئو آهي جو ونڌين ڇڏئي."<br>"ادي..! تو اهڙو ڪم ڪيو آهي جو خوبصورت ڪري ڇڏئي" |
| وَنڌڻ | ورهائڻ |
| وَرَ | مينهن جو سنگ |
| وڏي وَر واريون | وڏن سنگن واريون مينهون، (مينهن جو قسم)<br>"ادا...! رسول بخش وٽ وڏي وَر واريون ڀلوڙ مينهون آهن." |

| | |
|---|---|
| | ”ادا...! رسول بخش وٽ وڏن سنگن واريون پليون مينهون آهن.“ |
| وڏي جوڙڪن واري | رڍ جو قسم (هن رڍ جي ڳچي وٽ ٻه لارو آنگرين جيتريون هونديون آهن) |
| وينڱ | هڪ عورت جيڪا ڪير ولوڙي |
| ويڙهو | لوڙهو |
| ونب | ماني<br>”اي هاجره .... ! تو الله جي نالي جي ونب ڏني“<br>”اي... هاجره ...! تو الله جي نالي جي ماني ڏني“ |
| واسِرو | ٽنڌو |
| وَيري | ننيڙو |
| ويو | مري وڃڻ (بلوچ ڳالهائين ) |
| وِرو | ڪاڏي پيتي جون شيون<br>”لي...! اج ورِو ڪونهي“<br>”اي..! اج ڪاٻه ڪاڏي پيتي جي شئي ڪانهي“ |
| وَچار | مهيار<br>شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت آهي ”سُر سهڻي، داستان ٽيون، ”وائي“ جو آخري بند“<br>※<br>”آيَم ريلي ريءَ سين، اَللّٰهَ! تو آهارَ<br>تارِ تَرنَديَسِ، لُڙَ لَنگهيِنديَسِ، وينديِسَ وَٽِ وَچارَ<br>پُوريِنديَسِ پارِ مٽي، سَهَسين جي سيسارَ<br>گَولي گهاگهائي گِهڙي، جَڪَنِ ٿا جانارَ<br>※ ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسالو ڪراچي 2، مڪتبه اسحاقيه جهونا مارڪيٽ، 1976ع |
| وَڏڪا | وڏڙا، پوڙهو ماڻهو |
| ورڻ | زهر لڳڻ (بلوچ ڳلهائين ) |
| وينجهار | ڪاريگر _ هوشيار _ چاٽو<br>مل محمود پليءَ ہوٽي جو بيت آهي.<br>”رانديگر راند جي تنهنجي سدا نہ هوندي ساري،<br>ڪن ڪي ڪٽندي سال ٿيا ،ڪن هڪ ڏينهن ۾ هاري،<br>هٿا تہ وڏا وينجهاري، پر ان ڪوڏيءَ گهٽا ڪيرايا.“<br>(مل محمود پليءَ پوٽو عمر ڪوٽ جو هو) |

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي گُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گـيـتَ بہِ جـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريـتـيءَ تـي راتـاها ڪــن ٿـا، موتي مَنجهہ پهـاڙ ڇُـپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اجـڪـلهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛
گـيـتَ بہِ جـڻ گـوريـلا آهــن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽاٽائي ڪي ٻاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ ٻاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَـنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَـنَ سيني کي **چوِ، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر ٻَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي ٻاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پـن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ". - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)